# سنڌي افسانو

(آزاديءَ کان اڳ ۾)

ايم. اي. فائنل (سنڌي) لاءِ پيش ڪيل مونوگراف

ميمڻ رانجهن خان

۳

# سنڌي افسانو

(آزاديءَ کان اڳ)

ايم.اي فائنل (سنڌيءَ) لاءِ پيش ڪيل مونوگراف


مصنف

رانجهن خان ميمڻ



ناشر

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي

سنڌ يونيورسٽي ،

حيدرآباد سنڌ.

ڇاپو پهريون — ڊسمبر ١٩٦٦ع

ڪاپيون هڪ هزار



**قيمت [illegible] رپيو**



ملڻ جو هنڌ

**انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي**
**سنڌ يونيورسٽي**
**حيدرآباد.**

---

هيءَ ڪتاب محترم اعجاز محمد صديقي، مئنيجر،
سنڌ يونيورسٽي پريس ۾ ڇاپيو، ۽ خواجه غلام علي الانا،
اسسٽنٽ ڊائريڪٽر، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ان کي شايع ڪيو.



# فهرست

| باب | عنوان | صفحو |
|---|---|---|
| | ناشر طرفان پہ اکر | الف |
| | تمهيد | هہ |
| باب پهريون | افساني جي وصف | ١ |
| باب ٻيون | سنڌي افساني جي ابتدا | ٩ |
| باب ٽيون | جديد سنڌي افسانو | ١٣ |
| باب چوٿون | اصلوڪا يعني طبعزاد افسانا | ٢١ |
| باب پنجون | ترجمو ٿيل افسانا | ٣٤ |
| باب ڇهون | تاريخي افسانا | ٣٩ |
| باب ستون | سماجي ۽ معاشرتي افسانا | ٥٤ |



# ناشر طرفان ٻه اکر

زنده قومون پنهنجي ادبي سرمايي کي جيءَ ۾ جاءِ ڏين ٿيون، ۽ ان کي وڏي قدر ۽ شان سان سموهين ۽ سانديين ٿيون. هرڪا قوم "اڄ" ۽ "ڪالهه" جي پيٽ مان پيدا ٿي، "سڀاڻي" کي جنم ڏئي ٿي. جنهن قوم "اڄ" جي حالات ۽ "ڪالهه" جي تصور (تاريخ) کي اهميت ڏني، اهائي قوم سڀاڻي سرهي ٿيندي. باقي جا قوم "ڪالهه" جي تصور کان غافل ۽ بي نياز رهي ٿي اها هڪ اهڙي سڪل ٻنڊ وانگي آهي، جنهن کي وقت ۽ حالات جا گردآلوده ڌهه پنهنجيءَ آغوش ۾ ويڙهي، هستيءَ جي دنيا کان هزارين بلڪ لکين ڪوهه پري وڃي ٿا ڇڏين. ان ڪري ڪنهن به قوم جي صحتمند ۽ سالم ادب کي ئي ان قوم جي زندگي سڏيو وينه‌و آهي.

اسين قومي زندگيءَ جي حيثيت سان اڄ ڪهڙي موڙ تي بيٺل آهيون، تنهن لاءِ اسان جون "اڄ" جون حالتون شاهد آهن. اسان وٽ پنهنجو صحتمند معاشرو

آهي. اسان وٽ ادبي فڪرن ۽ رجحانن جي هڪ وسيع ۽ رنگارنگي دنيا آباد آهي، قديم ۽ جديد قدرن سان ڀرپور ادب آهي، ۽ تاريخ آهي. ليڪن انهيءَ سڀڪجهه هوندي به اسين پاڻ کي سنڌريل ۽ ادبي حيثيت سان هڪ شاهوڪار قوم نٿا سمجهون. اهو انهيءَ ڪري جو اسان جهڙيءَ ريت "اڄ" جي حالات تي توجهه نه ڏنو آهي، تهڙيءَ ريت "ڪالهه" جي حالات ۽ واقعات تي به ڌيان نه ڏنو اٿئون. نتيجي طور، اسان جي ادب جو تاريخي ۽ تحقيقي پهلو، جنهن کي ادبي عمارت جي پيڙهه چئجي، نسبتاً ڪمزور ٿي رهيو آهي.

سنڌي ادب کي مختلف صنفن سان مالامال ڪرڻ، ۽ سنڌ جي نوجوان طبقي ۾ تحقيق جو چاهه جاڳائڻ، سنڌ يونيورسٽيءَ جي " انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ " جي خاص مقصدن مان هڪ آهي. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي مقصدن مان هڪ هي به آهي ته سنڌ يونيورسٽيءَ جي مختلف شعبن ۾ ايم. اي ۽ پي. ايچ. ڊي جي ڊگرين لاءِ پيش ڪيل مونوگراف ۽ ٿيسزون ڇپايا وڃن. هن سلسلي ۾ اسان جو هي پهريون قدم آهي. هن کان اڳ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ ايم. اي ڊگريءَ

لاءِ پيش ڪيل مونوگرافن مان هڪ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. هيئنر اسان انهيءَ سلسلي جو ٻيو مونوگراف ڇپائي پيش ڪري رهيا آهيون.

پهرئين مونوگراف ـــ سنڌي غزل جي ارتقا ـ وانگر هن مونوگراف ۾ به انيڪ خوبيون آهن. مقالي نگار پنهنجي هن مقالي ۾ افساني جي وصف، افساني جي فن ۽ سنڌي افساني جي ارتقا تي سهڻو سامان مهيا ڪيو آهي. هن ۾ طبعزاد ۽ ترجمو ٿيل افسانن جو وچور ڏنو اٿس، انهيءَ ڪري سندس چند چاڻ سنڌي افساني جي سچي تاريخ جوڙي ٿي. مقالي جي ليکڪ آزاديءَ کان اڳ جي نامور افسانه نگارن مان ڪن جي افسانن جي فهرست ڏيئي، انهن مان ڪن مکيه افسانن تي ناقدانه نظر به وڌي آهي. سنڌي ادب ۾ هي پهرئين قسم جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ آزاديءَ کان اڳ واري دور جي افسانن جو جائزو ورتل آهي. اميد آهي ته سنڌي ادب جي سڄڻن کي هي ڪتاب پسند پوندو.

هن ڪتاب جي مواد ۾ ايڊيٽر طرفان ڪا خاص ڦير ڦار ڪيل ڪانهي؛ البت مونوگراف جي اصلوڪي عنوان ـــ پاڪستان ٿيڻ کان اڳ افسانه نويسي ـــ کي

بدلايو ويو آهي، ۽ ان جي بدران ان جو عنوان "سنڌي افسانو" (آزاديءَ کان اڳ) مقرر ڪيو ويو آهي. عنوان بدلائڻ جو خاص سبب ٻوليءَ جي سونهن آهي.

"انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ" جو هي ٽيون ڪتاب توهان جي هٿن ۾ آهي. هن ڪتاب جي ڇپائڻ کان پوءِ اسان بيڌڙڪ هيءَ دعوا ڪري سگهون ٿا ته سنڌي ڪتابن جي اشاعت واري پاڳي ۾ اسان غافل نه رهيا آهيون. اسان جي اها منشا آهي ته سنڌيءَ جا ٻيا به سٺا ۽ نادر ڪتاب ڇپائي پڙهندڙن جي پياس پوري ڪريون، پر ان لاءِ وقت گهرجي.



# تمهيد

سنڌ يونيورسٽيءَ جي ايم. اي (فائنل) امتحان لاءِ ”پاڪستان ٺهڻ کان اڳ افسانہ نويسي“ جي عنوان تي مون کي مونوگراف لکڻ جي اجازت ملي. هن موضوع تي هونءَ تہ ٿورو ڪي گھڻو لکيو ويو آهي، پر جيترو وڌيڪ لکيو وڃي تہ بہ گھٽ آهي؛ ڇاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان ادب ۾ هڪ قسم جو واڌارو ٿيندو، جنهن سان ايندڙ نسل گھڻوئي ڪجھ پرائيندو. تنهن سان گڏوگڏ ادب جي ڪنهن بہ صنف تي لکڻ جي جيتري بہ ڪوشش ڪئي ويندي، اُن ۾ حالتن جي بدلجڻ ڪري جيڪي تبديليون آيون هونديون، اوترو اها صنف مقبول عام ٿيندي ويندي. موجوده دور ۾ ڪيترن ئي سببن ڪري افسانہ نويسي، عوام جي دلين ۾ گھر ڪري ويئي آهي. انهيءَ ڪري موجوده دور ۾ افساني کي عوام جي مقبول صنف چئي سگھجي ٿو.

موضوع ڏکيو آهي يا سولو، انجو فيصلو هر ذي شعور ۽ ادب سان دلچسپي رکندڙ شخص پاڻ ڪري سگهي ٿو. هن مقالي کي پيش ڪرڻ لاءِ مون، کي مختلف ڪتابن ۽ رسالن جو مطالعو ڪرڻو پيو آهي، ۽ انهن ڪتابن ۽ رسالن جي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪافي تڪليفون پيش آيون، ڇاڪاڻ ته ورهاڱي وقت لڏ پلاڻ جي ڪري، وڏا وڏا ڪتبخانا ۽ لئبرريون بيدرديءَ سان تباهه ٿي ويون. قيمتي جواهر يا ته مٽيءَ ۾ ملي ويا، يا وري انهن کي پڳڙن مٽ تي ڪباڙيءَ وارن وٽ نيلام ڪيو ويو، جن وٽ انهن جو ڪوبه قدر ۽ قيمت نه هئي. ڪن ناياب ۽ بهترين تصنيفن جا صفحا رستن تي رلندي ڏٺا ويا. اسين سڀ پنهنجيءَ ۾ پورا هئاسين ۽ اهڙي بي بها خزاني کي هٿ سان وڃائي ويٺاسين.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڪيترائي هندو اديب، مصنف ۽ شاعر سنڌ کي الوداع چئي هليا ويا، جنهن ڪري سنڌي ادب کي ڪاري ضرب لڳي ۽ وڏو خال پيدا ٿي پيو، جنهن جي پورائي بروقت ڪرڻ ناممڪن ڳالهه هئي. نيٺ ڪوششون ڪيون ويون، ۽ آخر ان جي مس مس پورائي ڪئي ويئي آهي. جيڪڏهن اهو سچو

ادبي ذخيرو اسان وٽ محفوظ رهجي وڃي ها ته سنڌي
ادب مالامال هجي ها. بهرحال جيڪي ڪجھ باقي
بچيو آهي سو به ڪافي آهي.

افسانه نويسيءَ جي واڌاري لاءِ ”سنڌو“ رسالي
جي ڪيل خدمتن کي نظرانداز ڪري نه ٿو سگھجي.
هن رسالي افسانه نويسيءَ جي صنف جي ترقيءَ جي ابتدائي
دور ۾ ليکڪن جي گھڻي همت افزائي ڪئي، جا وسرڻ
جھڙي نه آهي. آزاديءَ کان اڳ وارو زمانو افسانه نگاريءَ
جو ارتقائي دور هو، جنهن ۾ جدا جدا قسمن جا افسانا
قلمبند ڪيا ويا. هن صنف ۾ ڪيترن ئي اديبن پنهنجون
ڪوششون ڪيون. ڪن ترجما ڪيا ته ڪن وري
طبعزاد افسانا لکيا.

هن مقالي ۾ موضوع کي سهوليت خاطر جدا جدا
بابن ۾ ورهايو ويو آهي ته جيئن پڙهندڙ انهن جو چڱيءَ
طرح اڀياس ڪري سگھن، ۽ انهن دورن جي روشنيءَ ۾
افسانه نويسيءَ جي ارتقائي معيار کي پرکي سگھن. جيئن
ته تقسيم هند کان اڳ سنڌيءَ ۾ لاتعداد افسانا شايع
ٿي چڪا هئا، انڪري انهن مان فقط انهن افسانه نويسن
کي نمائندگي ڏني اٿم، جن جي افسانن کي معياري

افسانا ڇپي سگهجي ٿو. اميد اٿم ته منهنجي هيءَ
ڪاوش ڪامياب ٿيندي، ۽ هڪ مستقل تصنيف جي
صورت وٺندي.

آخر ۾ مان انهن صاحبن جو شڪرگذار آهيان جن
مونکي پنهنجي مقالي جي تحرير ۽ ترتيب ۾ ڪافي
مدد ڪئي آهي. خاص ڪري پنهنجي مخلص استاد
جناب لطف‌الله بدوي صاحب جو ٿورائتو آهيان، جن
جي رهبريءَ هيٺ مان پنهنجو هي مقالو مڪمل ڪري
سگهيس. استاد جي حيثيت ۾ پنهنجي لئبرري مان وقت
بوقت رسالن ۽ ڪتابن جي مطالع ڪرڻ لاءِ مدد به
ڪندا رهيا.

خاڪسار

**ميمڻ رانجهن**



# باب پهريون

## افساني جي وصف.

خداوند ڪريم اِنسان ذات ڪي اشرف المخلوقات جي لقب سان نوازيو آهي، ۽ سڀني مخلوق ۾ ان کي مٿانهون درجو ڏيئي، عقل عطا ڪري، ڪيس هر وقت علم ۽ فن جي بخشش ڏيندو رهيو آهي. علم ۽ فن جي اها تخليقي قوت، انساني زندگيءَ جي سڀ کان وڏي نعمت آهي. تخليقي ادب به انهيءَ سرچشمي جو هڪ اهم حصو آهي، جنهن جون ڪيتريون ئي شاخون آهن: شاعري، ناٽڪ، ناول ۽ افسانو ان جون مکيه صنفون آهن.

ظاهري طرح اهي صنفون هڪٻئي کان جدا جدا نظر اچن ٿيون، پر حقيقت ۾ اهي هڪ نه ٻئي نموني هڪٻئي سان لاڳاپو رکندڙ آهن. انهن سڀني ۾ ناول ۽ افسانو هڪٻئي سان گهڻو تعلق رکندڙ آهن، جيئن هڪ وڻ جو ٿڙ ۽ ٽاريون. انهيءَ ڪري ٻنهي کي هڪ

ئي نالو، 'افسانوي ادب' (fiction) ڏنو ويو آهي.

انساني فطرت هميشہ ڦرندي گهرندي رهي آهي، ۽ ڪنهن بہ هڪ حال تي مستقل نہ رهي آهي. ادب جي معاملي ۾ بہ، جدا جدا دورن ۾ نت نوان تجربا ٿيندا رهيا آهن. اهڙيءَ ريت قصي، ناول ۽ افساني جي پيدائش ٿي .

افسانوي ادب جي دائري ۾ آڪاڻيون ، قصا ۽ داستان اچي وڃن ٿا. شروعات ۾ داستان ۽ قصا هئا ، جي وندر جو بهترين ذريعو سمجهيا ويندا هئا. ان ڪان پوءِ ماڻهن جو شوق گهٽبو ويو ، ڇاڪاڻ تہ هڪ ئي شي گهڻو وقت هلي نہ سگهندي آهي ۽ ان مان ڦهريون حظ ۽ مزو نڪري ويندو آهي. ان جو خاص سبب هي بہ هو تہ جيئن زماني جي ترقيءَ سان گڏ ٻين فنن ۽ علمن ۾ ڦير گهير ايندي ويئي، تيئن ادب جي باري ۾ بہ ماڻهن جي پسند ۾ تبديلي اچي ويئي . ساڳئي وقت وڏن قصن ۽ داستانن پڙهڻ لاءِ وقت گهڻو درڪار هو، ۽ ترقي پذير قومن لاءِ اهو ناممڪن ٿي پيو تہ ايترو گهڻو وقت سيڙائي طويل داستانن ڪي پڙهڻ ۾ وقت ضايع ڪن.

جديد مشيني دور جي مصروفيت، ادب جي اهميت ۽ وندر جي ضرورت، گڏجي، مختصر افساني جي صنف کي جنم ڏنو. افساني ۾ قصي يا داستان واري ڊيگهه ڪانه آهي، ۽ نه وري ان ۾ خيالي يا قياسي ڪردار— جن، ڀوت، جادوگر، پريون ۽ ڏائڻيون — ۽ عقل کان بعيد ڳالهيون آهن. اهو روزمره جي مشاهدن، سماجي مسئلن ۽ انساني ڪردارن جو اثرائتو عڪس آهي، جيڪو وندر سان گڏ اصلاح جو پهلو به رکي ٿو. پنهنجين انهن خصوصيتن جي ڪري، مختصر افسانو پڙهندڙن ۾ گهڻو مقبول ٿيندو ويو، ۽ لڳاتار فني تجربن مان گذري، هن وقت دنيا جي سڀني زبانن جي ادب جو بهترين حصو بڻجي چڪو آهي.

مختصر افسانو وڌ ۾ وڌ هڪ ڪلاڪ جي عرصي ۾ پڙهي پورو ڪري سگهجي ٿو، ۽ گهٽ ۾ گهٽ ڏهن منٽن جي عرصي ۾. مختصر افساني ۾ ڪو به موضوع، روحاني يا مادي، پيش ٿي سگهي ٿو. پلاٽ، ڪردار، ماحول ۽ مڪالما ان جا خاص فني جزا آهن، ۽ اختصار، رمزيت تمثيل ۽ تاثر ان جون خاص فني ضرورتون آهن.

ان ۾ زندگيءَ جي ڪنهن خوشگوار يا ڏکوئيندڙ حالت يا ڪنهن سان ٿيل وقتي ڳالهه، ۽ انجي مونجهاري جو مختصر بيان هوندو آهي.

هڪ مغربي نقاد افساني لاءِ هي خيال ظاهر ڪيو آهي:

”افسانو هڪ اهڙو مختصر فڪري داستان آهي، جنهن ۾ ڪنهن هڪڙي خاص واقعي ۽ ڪردار کي ظاهر ڪيو وڃي ٿو. ان ۾ موضوع، پلاٽ ۽ واقعن جو تسلسل ۽ تنظيم اهڙي هجي، جو ان ۾ تاثر جي وحدت پيدا ٿئي.“

## افساني جي ترتيب.

زندگي واقعات جو مجموعو آهي. زندگيءَ ۾ انسان کي ڪيترائي واقعا ۽ حادثا پيش اچن ٿا. هر انسان جي طبيعت الڳ الڳ ٿئي ٿي، ۽ انهن حادثن جو اثر به مٿس جدا جدا ٿئي ٿو. ڪن تي معمولي ڳالهين ۽ واقعن جو گهرو اثر ٿيندو آهي، ته ڪي وري وڏن وڏن معاملن ۽ مسئلن کي به ڪجهه نه سمجهي انهن کي ڪا خاص اهميت نه ڏيندا آهن. تنهنڪري هر ماڻهو پنهنجي پنهنجي طبيعت ۽ سمجهه آهر انهن واقعن جو اثر قبوليندو آهي. پر ائين چوڻ غلط نه ٿيندو

٥

تہ هرڪنهن جو انهن واقعن سان واسطو ضرور پوي ٿو.

افساني نويس جو جڏهن ڪنهن بہ شي، واقعي يا حادثي سان واسطو پوي ٿو تہ هو ان جو چڱيءَ طرح جائزو وٺي ٿو. ڪنهن خاص ڳالهہ جو جڏهن هن جي ذهن تي اثر پوي ٿو تہ ان کي ظاهر ڪرڻ لاءِ قلم هٿ ۾ کڻي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن هو معاشري جي برائين کي ڏسي متاثر ٿئي ٿو، تہ ڪڏهن ڪنهن جي شخصيت کان. ان وقت سندس دل ۾ ڪنهن هڪ شي لاءِ همدردي پيدا ٿئي ٿي، ۽ هن جي دل نامعلوم اثر هيٺ لکڻ ڏانهن مائل ٿئي ٿي.

ساڳيون ئي ڳالهيون ۽ واقعا اسان جي روزمره جي زندگيءَ ۾ اسان کي پيش اچن ٿا، پر اسان تي انهن جو ڪو بہ اثر نٿو ٿئي. ڪنهن بہ افساني نويس جي سامهون ٿيل ڪنهن بہ واقعي جو اثر هن جي دل ۽ دماغ تي ٿئي ٿو، ۽ هن جي ذهن تي نقش ٿي وڃي ٿو، جنهن جو خاڪو هو سوچي ٿو ۽ ان کي لفظن جو جامو پهرائي، توري ۽ تڪي، اسان جي اڳيان پيش ڪري ٿو. هر ڳالهہ ۽ هر لفظ افساني نويس جي دل جي ترجماني ڪري ٿو، ۽ ان ۾ هو اسان جي سامهون ساڳيءَ شي

جون اوڻايون ۽ چڱايون اهڙي ته سهڻي ۽ وڻندڙ نموني آئي ٿو، جو ان جو اثر اسان جي دل ۽ دماغ تي به ٿئي ٿو ۽ اسين متأثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نٿا سگهون. افساني نويس جيڪا ڳالهه پنهنجي طرفان چوڻ گهري ٿو، تنهن کي ڪنهن ڪردار جي وسيلي ظاهر ڪري ٿو، ۽ ماحول اهڙو ته پيدا ڪري ٿو جو اسين به پاڻ کي انهيءَ ماحول ۾ محسوس ڪري، ان جا همخيال ٿي پئون ٿا. افساني نگار پنهنجي ذهن ۾ رٿيل خاڪو يا پلاٽ ظاهر ڪرڻ وقت اهو خيال رکي ٿو ته ڪهاڻيءَ ۾ سلسلو هجي، جنهن ۾ موضوع ۽ مفهوم واضح هجي. ڪڙيون ڪڙين سان اهڙيون منظم ۽ مليل هجن، جو خيال هڪ زنجير ۾ مڪمل ۽ منظم نظر اچن. انهن جي ادائگيءَ ۾ حسن بيانيءَ جي مڃيل اصولن جي پابندي ڪئي ويئي هجي، ۽ زبان اهڙي ڪم آندل هجي، جنهن سان عام توڙي خاص لطف اندوز ٿي سگهن. اهڙو افسانو نگار عوام جي دلين ۾ جاءِ ڪندو ۽ اثر ڇڏيندو.

افساني جي ترتيب جيڪڏهن بگڙيل هوندي ۽ خيالات منتشر هوندا، ته اهو افسانو ايترو ڪامياب نه ويندو، پوءِ ان ۾ خيال بلند، ٻولي سٺي، ۽ موضوع ڪيترو به اهم هجي.

## افساني جي ابتدا.

ادب جي ڪن شاخن جو سرچشمو مشرق آهي، ته ڪن جو مغرب. قصن ۽ ڪهاڻين جي رواج ڏيڻ ۾ مشرق ۽ مغرب هڪجهڙو حصو ورتو آهي. مشرق ۾ قصي جي فن گهڻي ترقي ڪئي، ته ان جي روشنيءَ ۾ مغرب وري ناول تي وڏيڪ ڌيان ڏنو. گهڻو پوءِ جڏهن افساني جو فن وجود ۾ آيو، ته مغرب ان ڏانهن وڏيڪ ڌيان ڏنو. افسانه نويسيءَ جو فن اسان جي پنهنجي زماني جي پيداوار آهي. جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي، هن صنف مصروف ۽ مشغول انسانن کي حقيقت جي تلخ ۽ ترش دنيا کان بچائي، ٿوريءَ دير لاءِ پنهنجين نازڪ ۽ نرم ٻانهن ۾ پناهه ڏني. افساني نئين زماني ۽ نئين انسان لاءِ سيڪجهه مهيا ڪيو آهي، جنهن جي کيس ضرورت هئي، ۽ اج اهو ان ڪري ادب جي هر شعبي تي ڇانيل آهي.

مغرب ۾ مختصر افساني جو فن اٽڪل اوڻيهين صديءَ ۾ شروع ٿيو. هن صنف جا باني، جدا جدا ملڪن ۾ جدا جدا ماڻهو هئا، جن پنهنجين پنهنجين سماجي، سياسي ۽ اقتصادي حالتن موجب، هن صنف

جي اوسر ۾ گھڻي ۾ گھڻو حصو ورتو، ۽ ان کي عوام ۾ مقبول بنايو. روس ۾ هن صنف جو بنياد ٽالسٽاءِ رکيو. فرانس ۾ ان جو پايو وجهندڙ بالزڪ هو، ۽ انگلنڊ ۾ چارلس ڊڪسن آن جي ابتدا ڪئي. آمريڪا ۾ او-هينريءَ افساني جي صنف کي اڳتي وڌائڻ ۾ گھڻي ڪوشش ورتي؛ فرانس ۾ موپاسان، ۽ روس ۾ گوگول ۽ چيخوف ان جا معمار آهن. انهن ۽ ٻين ڪيترن ئي عظيم فنڪارن، پنهنجن گوناگون تجربن وسيلي، افساني جي بناوت (technique) جا اصول وضع ڪيا، ۽ ان جي سونهن ۽ خوبصورتيءَ ۾ نت نوان اضافا ڪيا، جنهنڪري هن صنف گھڻي ترقي ۽ مقبوليت حاصل ڪئي.



# باب ٻيون

## سنڌي افساني جي ابتدا

ڪهاڻيءَ ۽ افساني ۾ معمولي تفاوت آهي. ائين چوڻ غلط نه ٿيندو ته سنڌي ادب ۾ افساني جو پهريون روپ گهڻي ڀاڱي ڪهاڻيءَ يا آکاڻيءَ جي نموني ۾ هو، پر اهو مختصر افساني جي صنف جي حدن کي ايڏو ويجهو نه هو.

سنڌيءَ ۾ پهرين آکاڻي جا ڇاپي هيٺ آئي، سا هئي "آکاڻي راءِ ڏياچ" جي، جنهن جو لکندڙ منشي اڌارام ٿانورداس ميرچنداڻي هو. اها آکاڻي ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي سنڌي گرامر ۾ ديوناگري رسم الخط ۾ موجود آهي، جو سن ١٨٥٣ع ۾ ڇپيو هو.

سن ١٨٥٣ع ۾، سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر جي ڪوشش ۽ مسٽر ايلس جي مدد سان، سنڌيءَ لاءِ رسم الخط ٺهي راس ٿيو. ١٨٦١ع ڌاري ديوان اڌارام

ٿانورداس جو آکاڻين جو هڪ مجموعو شايع ٿيو، جنهن ۾ ”سورٺ راءِ ڏياچ“ جي آکاڻي به درج ٿيل هئي. ڪئپٽن اسٽئڪ جي گرامر ۾، ديوناگري رسم الخط ۾، ”شهزادي املهه ماڻڪ“ جي ڳالهه به لکيل هئي، جنهن کي نئين سنڌي خط ۾ ديوان اڌارام ٿانورداس آندو. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته اهي ٻئي آکاڻيون، سنڌي افسانوي نويسيءَ ۾ سنگ ميل جي حيثيت رکن ٿيون.

ڪن عالمن جو خيال آهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون افسانو سيد ميران محمد شاهه اول، مٽيارين واري، لکيو، جو هنديءَ ۾ ڪرشنا دتا جي لکيل آکاڻيءَ ”سودي ڪبودي“ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو، ”سڌاتوري ۽ ڪڌاتوري جي ڳالهه“ جي عنوان سان شايع ٿيو. سيد ميران محمد شاهه ١٨٦١ع ڌاري ”مفيدالصبيان“ جي نالي سان ڪهاڻين جو هڪ مجموعو پيش ڪيو، جنهن ۾ هڪ آکاڻي، ”فارس جو شهزادو“ ڏني ويئي هئي، جا ٻوءِ ٻين به پيش ڪئي.

ڪي عالم چون ٿا ته ”راءِ ڏياچ ۽ سورٺ جي آکاڻي“ هڪ لوڪ ڪهاڻي آهي، جنهن جهڙيون ڪيتريون ئي لوڪ ڪهاڻيون اسان جي ديس ۾ گهڻي وقت کان

داستانگو ٻڌائيندا آيا آهن، جنهنڪري ان کي افسانوي جي صنف ۾ آڻي نٿو سگهجي. ساڳيءَ طرح، سيد ميران محمد شاهه جي ”سڌا توري ۽ ڪڏاتوري جي آکاڻي“ لاءِ پڻ ائين چيو وڃي ٿو ته اها آکاڻي اوڻهين صديءَ جي وچ ڌاري لکي ويئي هئي، پر چاڪاڻ ته افسانوي جي شروعات ان کان پوءِ جي آهي، جنهنڪري ان کي به افسانوي ادب جي دائري ۾ آڻي نٿو سگهجي. افسانه نويسي اسان وٽ انگريزي ٻوليءَ جي معرفت پهتي آهي، ۽ خود انگريزي ادب ۾ مختصر افسانو ارڙهين صديءَ کان اڳ ڪونه ٿو ملي.

هر شي آهستي آهستي کي منزلون طي ڪندي ڪا خاص اهميت ۽ جاءِ حاصل ڪندي آهي. ٿي سگهي ٿو ته اسان جي سنڌي ادب ۾ افسانو آکاڻيءَ جي روپ ۾ پهريائين مروج ٿيو هجي، چاڪاڻ ته جڏهن انگريزن ١٨٤٣ع ڌاري سنڌ فتح ڪئي هوندي، تڏهن انگريزي تهذيب اسان جي معاشري تي ضرور اثر پذير ٿي هوندي، ۽ ڪافي وقت گذري ويو هوندو. افسانوي جا به شروعات ۾ اسان وٽ ڪي پيا روپ آکاڻين جي صورت ۾ هجن، ۽ اهي بدلجي ارڙهين صديءَ کان گهڻو پوءِ افسانوي

ادب جي پيداوار لاءِ مددگار ثابت ٿيا هجن. انهيءَ
ڪري، منشي اڌارام واري ”سورٺ راءِ ڏياچ جي آکاڻي“
۽ سيد ميران محمد شاهہ واري ”سڏاتوري ۽ ڪڏاتوري
جي آکاڻي“ سنڌي افسانہ نويسيءَ جي ابتدا لاءِ خاص
مقام رکن ٿيون. ”راءِ ڏياچ جي آکاڻي“ يا ”املهہ ماڻڪ
جي آکاڻي“ البت لوڪ ادب جو حصو ٿي سگهن ٿيون
پر ”سڏا توري ۽ ڪڏا توري جي آکاڻي“، جنهن جو
تعلق سماج سان آهي، تنهن کي اسين ڪنهن بہ حالت
۾ افساني کان علحدو ڪري نٿا سگهون. البت، جيئن
تہ اها پنهنجيءَ ترتيب جي لحاظ کان هڪ طويل آکاڻي
آهي، تنهنڪري ان کي ناوليٽ (Novelet) چئجي تہ
بجا آهي؛ پر هن ڳالهہ کان انڪار ڪري نہ ٿو سگهجي
تہ مضمون جي لحاظ سان هيءَ آکاڻي افساني جو ابتدائي
روپ، ۽ سنڌي افسانہ نويسيءَ جو سنگ ميل آهي.



# باب ٽيون

## جديد سنڌي افسانو

ادب زندگيءَ جو سرچشمو آهي، جنهن مان انسان ذات هر دور ۽ زماني ۾ پنهنجين حالتن مطابق پئي فيض ۽ فائدو ورتو آهي. هر دور جي پويان جيڪو بہ دور آيو آهي تنهن اڳئين دور جي تجربن کان فائدو ورتي، ادب ۾ زياده اصلاح آڻڻ ۽ زندگيءَ جي نون نون مسئلن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي. موجوده دور ۾ سائنس جنهن منزل تي پهچي چڪي آهي، تنهن مان اميد ڪئي وڃي ٿي تہ اها انسان ذات لاءِ بهترين نعمت ثابت ٿيندي.

ماضيءَ جي پيٽ ۾، اڄوڪو زمانو سراسر بدليل آهي. هي انساني تهذيب جي ترقيءَ جو دور آهي. هر قسم جو علم ۽ فن، هنر ۽ حرفت، ڪمال تي

پهتل آهي . تنهن هوندي به ، بنيادي طرح ، انسان
جون ذاتي ڪمزوريون اڃا بنهه ختم ٿي نه سگهيون آهن.
اقتدار جي هوس ، طاقتور قومن کي اهو حق ڏيئي
ڇڏيو آهي ته هو ڪمزور قومن کي پنهنجي ظلم جو
شڪار بنائيندڙ رهن . نيڪيءَ سان بديءَ جي جنگ
ساڳيءَ ريت جاري آهي . سرمائيداري اڄ به مزدور جي
بازن جي پورهئي کي هڙپ ڪرڻ پنهنجي لاءِ حلال
سمجهي ٿي . غريب ۽ امير جي طبقاتي جنگ اڃا
جاري آهي . سماجي توڙي انفرادي طرح ، هر دائري
۾ ، نيڪي ٿوري ۽ بدي گهڻي نظر اچي ٿي .
زندگيءَ جا اهي قديمي تضاد ، هر دور جي ادب
جو اهم موضوع رهيا آهن ، بلڪ انهن تضادن کي
گهٽائڻ ۽ مٽائڻ هر دور جي ادب جو مکيه مقصد رهيو
آهي . پين صنفن جي ڪارج ۽ اهميت کي مڃيندي ،
ڪنهن حد تائين ، ائين چوڻ بيجا نه ٿيندو ته هن دور
۾ مختصر افسانو سماجي تعمير ۽ اصلاح جو سڀ کان
ڪارگر ۽ زود اثر ذريعو ثابت ٿيو آهي .

هن کان اڳ اسان موجوده دور کان اڳ جي
ڪهاڻين ۽ قصن تي نظر وڌي آهي، جي سنڌي زبان

۾ وقت بوقت لکيا ويا. موجوده دور جي افساني لاءِ اسان کي اڄ کان پنجاهه سٺ ورهيه اڳ جي ادبي تاريخ جو مطالعو ڪرڻو پوندو. ڪراچيءَ مان 'سنڌي ساهتيه سوسائٽيءَ' جي نظر هيٺ هڪ ماهوار رسالو نڪرندو هو، جنهن ۾ ڪهاڻيون شايع ٿينديون ٿي رهيون. جديد افساني کي جيڪڏهن انهيءَ وقت کان شروع ڪجي ته انهيءَ ۾ ڪو مبالغو نه ٿيندو. انهيءَ دور جي مشهور لکندڙن مان مرزا قليچ بيگ، لعلچند امرڏنومل جڳتاڻي ۽ ٻيا مشهور هئا. اهي ڪهاڻيون يا افسانا اگرچ موجوده افساني جي شڪل ۾ نه هئا، مگر انهن جي ترتيب موجوده افساني جي قطار ۾ آڻي سگهجي ٿي. هي افساني جو ابتدائي دور هو، جنهن کان پوءِ آهستي آهستي ان جي جوڙجڪ ۽ هيئت ۾ تبديليون اينديون ويون.

١٩١٣ع ۾ مرزا قليچ بيگ جو هڪڙو افسانو ”شريف بيگم“ جي عنوان سان شايع ٿيو. ان کي اسين جيڪڏهن موجوده افساني جو پيش خيمو چئون ته بجا آهي. جيتوڻيڪ هن افساني جو مضمون سماج جي اصلاح آهي، پر انجي سٽا موجوده افساني کان ٻيءَ طرز جي

نہ آهي. هن افساني ۾ مرزا صاحب جو مرڪزي ڪردار
پنهنجي عمل سان ثابت ٿو ڪري تہ انسان پنهنجيءَ
همت سان آهستي آهستي پنهنجي مقصد ۽ منزل تائين
پهچي سگهي ٿو. ميان محمد امين، جنهن پنهنجي زندگي
تڪليف ۽ مصيبت ۾ پئي گذاري ۽ ڪيس مفلسي
وڪوڙي ويئي هئي، تنهن پنهنجي ذندي، اخبار نويسيءَ
تي، مڪمل اعتبار ٿي رکيو. جيتوڻيڪ هن کي پنهنجي
ڪم ۾ ڪا به ترقي نظر نٿي آئي، ۽ سندس گهر واري
پڻ سندس انهيءَ وقت وڃائڻ تي ناراض هوندي هئي،
پر هو پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ايڏو
تہ اٽل ٿي بيٺو جو باوجود مالي ۽ ذهني تڪليفن جي،
پنهنجي ارادي تي قائم رهيو. ان بعد افسانہ نگار هن
جي گهر جي حالت بيان ڪري ٿو، جنهن سان اسان
کي سڄي ماحول جي خبر پئجي وڃي ٿي.

هڪ ڪامياب افساني نگار جي وڏي ڪاميابي اها
آهي تہ هو افساني جي هر هڪ نڪتي کي ظاهر ڪري،
جيئن پڙهندڙ هر حقيقت کان واقف ٿئي. مرزا صاحب
هڪ ڪامياب افساني نويس جي حيثيت ۾ اسان کي
افساني جي هرهڪ نڪتي کان واقف ڪندو ٿو وڃي.

انهيءَ زماني ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي ٿي. حڪومت کي پروپئگنڊا لاءِ هڪ اهڙي اخبار نويس جي ضرورت پيئي، جو وقت جي ضرورتن موجب، عوام جي دلين ۾ جنگ جي حالتن بابت دشمنن جي لاءِ نفرت جو جذبو پيدا ڪري سگهي. ان لاءِ ميان محمد امين کي چونڊيو ويو. جنگ جي چئن سالن جي عرصي ۾، محمد امين پنهنجي زندگيءَ کي ٺاهي ورتو، ۽ هاڻي هو مفلس نه آهي، بلڪ هڪ دولتمند شخص آهي؛ جنهن وٽ پنهنجو بنگلو به آهي ۽ نوڪر چاڪر به آهن.

افساني جو پويون حصو انساني زندگيءَ جي ڪاميابيءَ جو هڪ اهڙو نقشو پيش ڪري ٿو جنهن کي جيڪڏهن سچ پچ ڪو به مفلس انسان پڙهندو ته ان جي دل ۾ هي جذبو ضرور پيدا ٿيندو ته هو به پنهنجيءَ ڪاميابيءَ لاءِ ڪجهه سوچي. هڪ افساني جي ڪاميابيءَ جو هيءُ هڪ چڱو مثال آهي.

مرزا قليچ بيگ جي دور ۾ شايد ٻيا به افسانا لکيا ويا هجن، پر جيئن ته انهن جو ڪو به نشان هن وقت ملي نه ٿو سگهي، ان ڪري ائين چئي سگهجي ٿو ته افساني نويسيءَ انهيءَ دور ۾ ڪا خاص ترقي

نه ڪئي هئي. اسان کي ان وقت جي سنڌي رسالن
۾ ننڍيون ننڍيون ڪهاڻيون ته ضرور نظر اچن ٿيون،
مگر اهي سڀ مذهبي ۽ درسي نصيحتون آهن. انهن
مان به ڪيتريون اهڙيون آهن، جن مان اخلاقي تعليم
حاصل ٿئي ٿي ۽ انهن مان گهڻيون ڪهاڻيون تاريخ
جي روايتن تي لکيل آهن. ان مان اهو به نتيجو ڪڍي
سگهجي ٿو ته جديد افساني جي شروعات تاريخي افسانن
مان ٿي هجي ته ڪهڙو شڪ.

افسانوي ادب جو گهڻي ۾ گهڻو مواد ان وقت
”سنڌو“ رسالي مان ملي ٿو، جو سنه ١٩٣٢ع ۾
شڪارپور مان جاري ٿيو. ان جو ايڊيٽر ديوان بولچند راجپال
هو. ”سنڌوءَ“ جي جاري ٿيڻ سان سنڌ ۾ هڪ ادبي
انقلاب پيدا ٿيو، ۽ ان رسالي کي سنڌي ادب جي
جديد دور جو سنگ ميل چئون ته به بجا آهي. ان رسالي
جي مضمون نگارن جي يادداشت تي جيڪڏهن اسين
نظر وجهنداسين، ته گهڻائي اهڙا افسانه نگار ملندا، جن
سنڌ ۾ افساني جي فن جو صحيح بنياد رکيو، ۽ جن
جي نقش قدم تي هلي، آهستي آهستي، افساني نگاري،
جيئن هاڻي اسين ڏسون ٿا، هن منزل تي اچي پهتي
آهي.

ان کان اڳ جو اسين "سندو" رسالي جي حوالي سان سنڌي افساني جي اوسر تي تفصيلي روشني وجهون، چند مکيہ انفرادي ڪوشش جا نالا ڄاڻائڻ مناسب ٿا سمجهون. انهن مان پير حسام الدين شاهہ راشديءَ جو تاريخي افسانو "انار ڪلي"، عبدالله 'عبد' جو "اسڪول ماستر ياڻي" ۽ لطف الله بدويءَ جو "غريبت" ڪافي مشهور افسانا آهن.

"انارڪلي" تاريخي افسانو آهي، جو جهانگير بادشاهہ ۽ انارڪليءَ جي محبت بابت لکيل آهي. "اسڪول ماستر ياڻي"، عبدالله 'عبد' جو، هڪ سماجي افسانو آهي، جنهن ۾ جديد تعليم جي اوڻائين کي ظاهر ڪيو ويو آهي. "غريبت" ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ ڪيئن هڪ اسڪول ماستر پنهنجي سادگيءَ جي ڪري پنهنجن همعصر عملدارن هٿان تڪليف ۾ اچي ٿو، ۽ ڪهڙيءَ ريت هو سماج جي تڪليفن کي برداشت ڪري ٿو. انهن انفرادي ڪوشش کان پوءِ، اسين "سندوءَ" جي انهن افسانہ نگارن ڏانهن رجوع ٿيون ٿا، جن جي باري ۾ مٿي ڏيکاري آيا آهيون تہ انهن سنڌي ادب ۾ باقاعدي افساني نويسيءَ جو بنياد وڌو.

هن رسالي ۾ افساني نويسيءَ جا جدا جدا دور اسان جي سامهون اچن ٿا. هن رسالي تي نظر ڪرڻ سان خبر پوي ٿي ته ان جي جاري ٿيڻ کان وٺي پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ تائين سنڌي افساني ڪهڙا ڪهڙا روپ اختيار ڪيا ۽ ڪهڙن ڪهڙن موڙن کان متاثر ٿيو.



# باب چوٿون

## اصلوڪا يعني طبعزاد افسانا

”سنڌوءَ“ جي اوائلي افسانہ نگارن ۾ مرزا نادر بيگ جو نالو وڏي اهميت رکي ٿو. هي صاحب مرزا قليچ بيگ جو فرزند هو، ۽ پنهنجي پيءُ جي ادب ۽ فراست جو پورو پورو وارث هو. هڪ چڱي شاعر هجڻ سان گڏ، هو سٺو افسانہ نگار بہ هو، ۽ سندس ابتدائي افسانن ۾ حقيقت جو روح نظر اچي ٿو.

مرزا صاحب جو پهريون افسانو جو”سنڌوءَ“ ۾ شايع ٿيو، سو آهي ”سوهڻيءَ جي ڊائري“. افساني جي ٻين طرزن سان گڏ، ان وقت اردو ادب ۾ ڊائريءَ جي طرز بہ مقبول ٿي رهي هئي. ڊائري شخصي انداز ۾ لکي وڃي ٿي، تنهنڪري پڙهندڙ ان مان وڏيڪ لطف اندوز ۽ متاثر ٿئي ٿو، ان جي ڪردارن سان ڪيس سڌيءَ ريت پنهنجائپ محسوس ٿئي ٿي. مرزا صاحب

”موهنيءَ جي ڊائريءَ“ کي اهڙي پيرايي ۾ قلمبند ڪيو آهي جو ائين پيو محسوس ٿئي، ڄڻ ”موهني“ خود پنهنجي زندگيءَ جا پوشيده واقعات پيش ڪري رهي آهي. هن ڊائريءَ جو مضمون هڪ نئينءَ ڪنوار جي زندگيءَ جو ورق آهي، جا شاديءَ کان پوءِ پنهنجي ان گهر کي ڇڏي آئي آهي، جنهن سان سندس ننڍپڻ ۽ جوانيءَ جو وڏو تعلق رهيو آهي. سرتين ساهڙين سان گهاريل گهڙيون، پيءُ، ماءُ ۽ سڄي ڪٽنب جي بي لوث محبت، اهڙيون شيون آهن، جن کي وساري ڇڏڻ لاءِ وڏي دل ۽ همت کپي. مرزا نادر بيگ ڊيڪاري ٿو ته ڪهڙيءَ ريت موهني ساهرن ۾ آئي، ۽ ان نئينءَ دنيا کي ڪهڙيءَ ريت هن آباد ڪيو؛ ڪيئن هوءَ آهستي آهستي پراڻن ماڻهن سان مانوس ٿي، انهن کي پنهنجي ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين؛ ڪيئن گهريلو زندگيءَ ۾ اهڙا اتفاق پيدا ٿين ٿا، جن جو وجود بدگمانين تي ٽِڪي ٿو، ۽ اهي بدگمانيون جيڪڏهن سلجهايون نه وڃن ته انهن مان ڪهڙا خوفناڪ نتيجا نڪري سگهن ٿا، ۽ انهن کي سمجهڻ لاءِ ڪيتريقدر نه تحمل ۽ ضبط جي ضرورت آهي.

سندس ٻيو افسانو، ”سوهڻيءَ جي دل جو داغ“ بہ اهڙوئي اهم آهي، جهڙو سندس ٻهريون افسانو، جنهن جو اسين ذڪر ڪري چڪا آهيون. هن افساني ۾ مرزا صاحب هڪ ناڪام محبت جو ذڪر ڪري ٿو. ان افساني جي اندر جا ترتيب ڏني اٿس، سا تعريف جي لائق آهي. هندو سوسائٽيءَ جي پابندين کي هن نهايت ئي عمدي نموني سان بيان ڪيو آهي. هندو سماج جي اندر جي بندن ٿين ٿا، انهن سان ڏيتيءَ ليتيءَ کي وڏي اهميت آهي. انهيءَ ڏيتي ليتيءَ جي ڪري، ڪيترائي جوڙا پنهنجي محبت کي وڃائي ڇڏين ٿا. جيڪڏهن ڪنوار ڪنهن غريب جي گهر جي آهي ۽ گهوٽ شاهوڪار گهر جو، تہ ڏيتي ليتيءَ جي پابندي انهن کي پاڻ ۾ ملڻ کان هميشه لاءِ روڪيو ڇڏي. ’سوهڻي‘ ۽ ’هيري‘ جي محبت جو بہ اهڙيءَ ريت خاتمو ٿئي ٿو. ’هيرو‘ هڪ شاهوڪار گهر جو جوان آهي. جيتوڻيڪ هو چاهي ٿو تہ پنهنجن ارادن کي عملي جامو پهرائي، پر سندس مائٽ ۽ عزيز ڇوڪريءَ کي غريب سمجهي، انهيءَ رشتي کان نابري وارين ٿا، جنهن جو نتيجو اهو ٿو نڪري جو هنن جي پاڻ ۾

شادي ٿي نٿي سگهي. تعجب هن حقيقت تي ٿئي ٿو ته هڪ مسلمان افسانه نگار، کهڙيءَ ريت هندن جي اندروني معاملن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. هيءَ سندس وڏي ڪاميابي آهي.

سندس ٽيون افسانو، جيڪو وڏي قدر ۽ قيمت وارو آهي، سو آهي "پاڪ محبت". هيءَ آکاڻي ائين ٿي معلوم ٿئي، ڄڻ ته مرزا صاحب پنهنجيءَ ئي محبت جي ڪهاڻي ان ۾ ڏني آهي. مرزا صاحب پاڪ محبت جي ڪاميابيءَ ۽ ناڪاميءَ تي هڪ دلڪش ڪهاڻي ترتيب ڏني آهي. محبت جي ڪهاڻيءَ هجڻ سبب، زبان جي لحاظ کان به نهايت وڻندڙ آهي. ڪهاڻيءَ جي ترتيب هيٺينءَ ريت ڏني ويئي آهي:

ڪهاڻيءَ جو هيرو هڪ پارسي ڇوڪريءَ کي ڏسي، ان تي دل هاري ويهي ٿو. هوءَ ڇوڪري به ان حقيقت کي چاهيندڙ آهي، ۽ آهستي آهستي، ملاقاتن کان پوءِ، هوءَ ڪيس آزمائڻ گهري ٿي، ۽ ٽي سال ساندهه هو هڪٻئي کان جدا ٿي وڃن ٿا. ٽن سالن کان پوءِ، اتفاق سان، انهيءَ ڇوڪريءَ جي پاءُ جي چوٽ تي،

وري ان ڇوڪريءَ سان سندس ملاقات ٿئي ٿي. اتي هڪ نوجوان سان سندس واقفيت ٿئي ٿي، جو ان ڇوڪريءَ جي شاديءَ جو طلبگار آهي. ڪيس ان حقيقت کان بيحد ملال پهچي ٿو، ۽ هو وري به ان ڇوڪريءَ کان ڪان الڳ ٿي وڃي ٿو. ٿوري وقت کان پوءِ ان ڇوڪريءَ جي وري به ساڻس ملاقات ٿئي ٿي، جا ڪيس ٻڌائي ٿي ته ان نوجوان کي هن جواب ڏيئي ڇڏيو آهي، ۽ هن پنهنجي امتحان ۾ ڪيس ئي پورو ڏٺو آهي. اهڙيءَ ريت ٻنهي جي محبت جو پيوند پختو ٿئي ٿو.

هن ڪهاڻيءَ جي ترتيب نهايت سادي آهي، مگر محبت جي جذبات سان لبريز آهي. مرزا صاحب ڪهاڻيءَ کي زيب ۽ زينت ڏيڻ لاءِ، مڪالمن ۾ فلسفيانہ رنگ ڀرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ۽ اها هن ڪهاڻيءَ جي خصوصيت به آهي. ڪٿي ڪٿي زبان نهايت شيرين ڪم آندي اٿس، ۽ منظرڪشي به واه جي ڪئي اٿس. 'خورشيد' جي سونهن جي تصوير ڪيڏي سان ڪمال ڏيکاريو اٿس. سندس طرز بيان جو هڪ مثال ڏجي ٿو، جنهن سان خبر پوندي ته مرزا صاحب کي قلم تي ڪيڏو عبور حاصل هو:

هڪڙي بنگلي جي ڪمپائونڊ ۾ خورشيد ويٺي هئي ،
۽ هڪڙو هٿ ڏ گهيريو، پنهنجي ڇڪ ۾ ڦوهاري
جي پاڻيءَ جا موتي پئي ميڙيائين . ٻئي هٿ
سان پنهنجي ساڙهيءَ جي هيٺئين پلوَ کي قابو
ڪريو ويٺي هئي . هوا جي زور هئڻ سبب ،
ڪڏهن ڪڏهن سندس ڪپڙا اخلاق جي حد
کان مٿي اڏاميو ٿي ويا، ۽ سندس بلور جهڙيون
پنيون بي نقاب پئي ٿيون. انهيءَ سان گڏ وري،
هوا جي مستيءَ جي ڪري، سندس زلفن اڪثر
اڏامي سندس ڪنن تائين هوا جي بي‌ادبيءَ جي
شڪايت ٿي پهچائي، ۽ ذري ذري سندس ڳچيءَ
۽ ڳلن تي ڪاوڙ مان وٺ پئي ڪاڏا. هوا جي
اهڙي گستاخيءَ ڪان سندس چهري جو رنگ ڪلي
پيو هو. هن جي اکين جي چمڪ ڏهوڻي ويهوڻي
ٿي ويئي هئي، ۽ هن جو سرو قد بدن نيٽ
وانگر ذري ذري هوا جي زور کان پئي لچڪيو
۽ لڏيو."

سندس تحرير جي شگفتگيءَ جو ٻيو مثال پڻ هن هيٺ
ڏجي ٿو :

”هوءَ دريءَ تي ائين چڙهي ويئي، جو سندس
اڌ منهن مون ڏي هو ۽ اڌ منهن ٻاهر ڍوري جي
پاسي. سامهون دريءَ مان ڍوري جو سڪو ۽
آلو پٽ، ٿورو سمنڊ جو پاڻي، ٿوري ساوڪ ۽
انهيءَ کان به پرتي، ڪلفٽن جون عمارتون ڏسڻ
۾ پئي آيون. انهن جا ’رنگارنگي‘ پٿر ۽ پن، ڪٿي
ڳاڙها، ڪٿي ساوا، ڪٿي پيلا، ڪٿي سونهري،
۽ ڪٿي سوسنا، ۽ پريان وري ڪلفٽن جي سڙڪ
جي سنهي ليڪ اهي سڀ هڪ دلچسپ نظارو
لڳايو بيٺا هئا. سج به لهڻ تي هو، ۽ بنگلن جي
پٺين تي گهمندو، ته ڪڏهن وڻن ۽ ٻوٽن کي
چمندو پئي لٿو. سج جا ترورا به دونهي وانگر
هوا ۾ پئي آيا ويا، ۽ نيٺ لهندي لهندي، ڍوري
۾ اچي پناهه ورتائون، ۽ پاڻيءَ جي چادر پائي
سمهي پيا.“

مرزا صاحب جي تحرير جي مٿئين نمونن مان
معلوم ٿو ٿئي ته هو نه فقط افسانه جي فن جو ماهر
هو، پر فنِ تحرير ۾ به مهارت رکندڙ هو. حقيقت ۾
فن تحرير هڪ اهڙي خوبي آهي، جا هڪ افساني نگار

جي پلاٽ ۽ ڪردارن ۾ آيل غلطين ڏي مٿائين ٿي
چڙي. اهي غلطيون جي هوند ظاهر ٿي پون ها،
۽ تحرير جي فصيح ۽ بليغ هئڻ سبب ڇپي وڃن ٿيون.
مرزا صاحب جي افسانن کي پڙهڻ ڪانپوءِ هن راءِ تي
اچڻو پوي ٿو ته سندس افسانن جو پلاٽ نهايت مختصر
ٿئي ٿو، پر اها سندس بياني طاقت آهي، جا پڙهندڙن
کي سندس تحرير جي شيريني ۽ شگفتگيءَ ۾ ڦاسائي
رکي ٿي، ۽ پڙهندڙن جو ايڏانهن خيال ئي نٿو وڃي،
ته حقيقت ۾ سندس افساني جي حيثيت ڪهڙي آهي. ۽
هو ڪيئن مختصر ڪهاڻيءَ کي لفظن جو ويس پهرائي
ٿو. هيءَ هڪ ڪامياب افسانه نويس جي نشاني آهي،
جنهن کي اسين جيڪر روسي افسانه نگار ٽالسٽاءِ سان
ڀيٽ ڏيون ته بيجا نه ٿيندو. ٽالسٽاءِ روس جو اهو قديم
افسانه نگار هو، جنهن پنهنجن افسانن رستي روسي سماج
جي اصلاح ڪرڻ پئي گهري.

مرزا نادر بيگ جا افسانا تمام گهڻي انداز ۾ موجود
آهن. انهن مان هر ڪنهن کي پنهنجو پنهنجو مقام آهي
۽ انهن مان اسان کي معاشري جي اصلاح نظر اچي
ٿي. سندس ٻيا افسانا "گهر جي چڪ"، "موهني" حصو
پهو، "موهنيءَ جي آه"، وغيره، سندس بهترين افسانا
شمار ٿين ٿا.

مرزا صاحب مزاحيه افسانا به لکيا آهن، جن مان سندس ظرافت ۽ طنز جي خبر پوي ٿي. مزاحيه افسانن مان سندس افسانو "پاڄائيءَ مضمون لکيو"، هڪ بهترين افسانو آهي.

٣. "سنڌوءَ" جي افسانه نگارن ۾ عبدالله 'عبد' جو نالو به اچي ٿو، جو هن رسالي جي ابتدائي لکڻ وارن مان هڪ هو. عبدالله 'عبد' جو هڪ افسانو، "اسڪول ماستريائي"، ڪتابي صورت ۾ جدا ڇپجي چڪو هو. جيتوڻيڪ سندس افسانه نويسي پائيدار ثابت نه ٿي، ۽ هن پنهنجو سڄو ڌيان تنقيد نگاريءَ ڏانهن ڏنو، مگر انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته پاڻ جيڪي به ٿورا افسانا لکيا اٿس، اهي فن جي لحاظ کان تعريف جي لائق آهن.

"اسڪول ماستريائيءَ" ۾ هن موجوده زناني تعليم ۾ جي نقص آهن، انهن تي وڏي طنز ڪئي آهي. هن ڏيکاريو آهي ته اخلاق جي ابتريءَ جو تعليم جهڙي مقدس مقصد جي درسگاهن ۾ اچڻ خود تعليم جي ڪوتاهي آهي. اهو افسانو اصلاحي رنگ ۾ لکيو ويو آهي، ۽ ان ۾ جي حقيقتون ڏنيون ويون آهن، انهن مان هڪ پڙهندڙ عبرت آموز سبق حاصل ڪري سگهي ٿو.

"سندو" رسالي ۾ سندس پيو هڪ افسانو، "مزيدار ڀل" جي عنوان سان شايع ٿيل آهي. ان افساني ۾ جيئن ان جي عنوان مان معلوم ٿيندو، هڪ عجيب قسم جي ڀُل آهي، جنهن سان هڪ خط جي سلسلي ۾ زال ۽ مڙس جي وچ ۾ ناراضگيءَ جو سبب پيدا ٿئي ٿو. پر جڏهن حقيقت ظاهر ٿئي ٿي، تڏهن سندن اها ناراضگي دفع ٿي وڃي ٿي. هن افساني ۾ افسانہ نگار انساني فطرت کي ظاهر ڪري ڏيکاريو آهي تہ ڪهڙيءَ ريت ننڍيون ننڍيون ڳالهيون جن تي هوند اعتبار نہ ڪرڻ گهرجي، وچ ۾ اچي وڃن ٿيون ۽ جيڪڏهن انهن بابت پوريءَ سمجهہ کان ڪم نہ ورتو وڃي، تہ ان جا نتيجا خراب نڪرن ٿا.

عبدالله 'عبد' جي انهن ۽ ٻين افسانن کي ڏسي، جي ٿوري انداز ۾ اسانکي ميسر ٿي سگهيا آهن، ائين چئي سگهجي ٿو تہ منجهس افسانہ نگاريءَ جي فن بابت چڱي مهارت موجود هئي.

**٣.** سماجي افسانہ نگارن ۾، جن جا افسانہ سندوءَ ۾ پئي ڇپيا، لطف الله بدوي بہ هڪ آهي. "تعليم" اخبار ۾، سنہ ١٩٢٨ع ڌاري، سندس هڪ افسانو "غريبت"

شايع ٿيو هو ان کان پوءِ اين. ايچ. پنجابي ڪمپني ڪراچي. سندس افسانن جو مجموعو "دستهٖ گل" جي نالي سان شايع ڪرايو، جو هن وقت ملي نٿو سگهي. افسانن جو هي ٻيو مجموعو هو، جو سنڌي زبان ۾ شايع ٿيو هو. "غريبت" افسانو به ان ۾ شامل هو، جنهن ۾ هن هڪ اسڪول ماستر جي زندگيءَ جو نقش چٽيو آهي، جا اسان جي معاشري تي وڏي تنقيد آهي.

ابتدائي دور ۾ سندس هڪ ٻيو افسانو، "خوفناڪ بدلو" جي عنوان سان شايع ٿيو هو. هن افساني ۾ مصنف ڳوناٽي حقيقت کي بيان ڪيو آهي، جنهن ۾ زمينداري ظلم کي چٽيءَ طرح سان پيش ڪيو اٿس. هڪ نوجوان زميندار ڳوٺ جي هڪ ڪڙميءَ جي زال کي پنهنجي هوس جو شڪار بڻائڻ تي گهريو. مگر هوءَ ستي سيلوان نڪتي، ۽ هي جوڙو نوجوان زميندار جي ظلم جو شڪار ٿي ويو. جيئن ته هيءَ هڪ ڳوناٽي حقيقت هئي ۽ اهڙا واقعا اسان جي اکين اڳيان ٿيندا رهن ٿا، تنهنڪري هن افساني کي وڏي اهميت حاصل آهي. افساني جي ترتيب ۽ ادائگيءَ ڪانسواءِ، منجهس ڳوناٽن

دلڪش نظارن جو بيان ڪيو ويو آهي، جنهنڪري افسانو وڌيڪ اثر وارو ٿي پيو آهي. مصنف هڪ هنڌ اهڙي نظاري کي هيئن ٿو چٽي:

"جولاءِ جي آخري هفتي جا ڏينهن، گويا سڄ افق تان ٽانڊا وسائي رهيو هو. جيتوڻيڪ سڄ صاف لهي ويو هو، تڏهن به لئي جي لاهن تي ٻيرا ۽ ڪانو سهڪي رهيا هئا. ڳوٺ جي تلاءَ تي جهنگلي ڪبوترن جا ميڙ پياس اجهائڻ لاءِ اچي مڙيا هئا. ڳوٺ جون ڙالون هڪ هڪ ٿي کوهيءَ تي دلا کنيو ٿي آيون."

ساڳئي مصنف جو پيو افسانو "ديپڪ ۽ ملهار" جي نالي سان شايع ٿيو. ان ۾ هن موسيقيءَ جي غيرفاني طاقت جو ذڪر ڪيو آهي، ۽ ڏيکاريو اٿس ته موسيقي ڪهڙيءَ ريت انساني طبيعت تي پنهنجو اثر وجهي سگهي ٿي. هي افسانو پنهنجي نوعيت جي خيال کان انفرادي حيثيت رکي ٿو.

٤. سنڌوءَ جي افسانه نگارن ۾ شيوڪ ڀوڄراج به هو، جو پنهنجي وقت جو اديب هو. سندس افسانو "پتي ۽ پتني پريم" جي عنوان سان شايع ٿيو، جنهن

۾ افسانہ نگار ڏيکاريو آهي تہ ڪهڙيءَ ريت هڪ مرد کي پنهنجيءَ زال سان پيش اچڻ گهرجي، ۽ هي محبت جو نتيجو گهريلو زندگيءَ کي ڪيئن نہ بهشت بڻائي سگهي ٿو.

**٥.** ”سندوءَ“ جي پوئين زماني ۾ شيخ مبارڪ ’اياز‘ جا هڪ ٻہ افسانا شايع ٿيا، جن ۾ هن سنڌ جي ڳوٺاڻي آڪاڻي ”ٻروچڪي رت“ جي نالي سان لکي. ’نوران‘ هڪ ڳوٺاڻي ڇوڪري هئي، جنهن جي محبت هڪ اهڙي ماڻهوءَ سان ٿي، جو ان جي خاندان مان نہ هو. ٻروچن جي رسم موجب، ’نوران‘ جي سزا انهيءَ محبت لاءِ موت هئي. اهڙيءَ ريت، هن محبت جي پڄاڻي ’نوران‘ جي موت سان ٿي. ’اياز‘ جي هيءَ ڪهاڻي سنڌ جي معاشري جو اهڙو ذڪر آهي، جنهن جا ڪيترائي مثال اسانکي اڄ سنڌ ۾ ملن ٿا.



# باب پنجون

## ترجمو ٿيل افسانا

”سنڌوءَ“ جي افسانن واري دور ۾ طبعزاد افسانن کانسواءِ ڪيترائي ترجما نظر اچن ٿا. ترجمن جي وسيلي هر ڪنهن فن کي سمجهڻ ۾ گهڻي مدد ملي ٿي، ۽ پڻ خبر پوي ٿي ته اهو فن ڪهڙيءَ ريت ٻين زبانن ۾ ترقي ڪندو رهي ٿو. انهن جي واقفيت سبب فن کي وڌڻ ۽ ويجهڻ جو موقعو ملي ٿو، ۽ نيون نيون ترتيبون عمل ۾ اچن ٿيون. جڏهن ڪنهن اهڙي نئين ادب جي ابتدا ٿئي ٿي، اتي تجرباتي طور ٻين ٻولين جي شاهڪارن جو ترجمو اسرندڙ فن کي وڏي ترقي ڏئي ٿو.

١. سنڌوءَ جي افسانه نگارن مان شيوارام لالا اهو مترجم آهي، جنهن ’ڪائونٽ ٽالسٽاءِ‘ جي افسانن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ’سنڌو‘ رسالي جي هيءَ وڏي ڪاميابي هئي، جو ان جتي طبعزاد افسانن کي شايع

ڪرڻ جي ڪوشش ورتي ۽ انهن کي همٿايو، اتي ٻاهرين ٻولين جي بهترين مصنفن جي ادب کي به سنڌي ٻوليءَ ۾ منتقل ڪرڻ جي ڪوشش ورتي. ڪائونٽ ٽالسٽاءِ روس جو اهو عظيم مصنف هو، جنهن جي تصنيفن کي زنده جاويد هجڻ جو رتبو حاصل آهي. ٽالسٽاءِ پنهنجي دور جو وڏو افسانه نويس ۽ ناول نگار آهي. عالمي ادب ۾ کيس هڪ بزرگترين هستي ڪري شمار ڪيو وڃي ٿو. ضروري آهي ته سندس افسانن بابت ڪجهه لکڻ کان اڳ، سندس حياتيءَ جي احوال کي مختصر طرح بيان ڪيو وڃي.

ٽالسٽاءِ ماسڪو ۾، سنه ١٨٢٨ع ۾ ڄائو. سندس پيءُ فوج جو هڪ پينشن بردار آفيسر هو، ۽ ماڻس شاهي گهراڻي جي شهزادي هئي. دولت، نسل ۽ درجي جي خيال کان هو هڪ خوش نصيب انسان هو. جوانيءَ ۾ هو سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو، ۽ ڏاڍي آرام ۽ عيش سان زندگي گذاريندو رهيو. مگر جلدئي، جڏهن هو ڪوه قاف جي جنگي محاذ ۾ پنهنجي ڀاءُ سان گڏ هو، سندس دل ۾ عجيب ڪشمڪش پيدا ٿي، ۽ سندس دل مذهبي خيالن ۾ ايڏو ته گهيرجي ويئي جو

هن سرڪاري نوڪري ڇڏي ، پنهنجيءَ جاگير کي سنڀالڻ شروع ڪري ڏنو ، ۽ دل ۾ اهو عزم ڪيائين ته غريب ڪڙمين ۽ مزدورن جي خدمت ڪندو رهندس . اگرچ ظاهر ۾ هو امير هو ، پر سندس دل فقير هئي . سن ١٨٦١ع ۾ رشيا جي زار ٻانهن کي آزاد ڪرڻ جو حڪم ڪيو ، جا ڳالهه ٽالسٽاءِ جي دل وڻان هئي ، ۽ هن انهن غريبن جي ٻارن کي تعليم ڏيڻ جو ڪم پنهنجي ذمي ڪنيو ، جن جي حياتي غلاميءَ ۾ گذرندي ٿي رهي . ان زماني ۾ رشيا ۾ ظلم ڏاڍو زور هو . ماڻهو حڪومت کان بيزار ٿي پيا هئا . ان ڪري ٽالسٽاءِ اهڙن ڪتابن لکڻ جي تحريڪ شروع ڪئي ، جنهن سان انهن غمزده انسانن جي تسڪين ٿئي . سندس ٻه مشهور ناول "جنگ ۽ امن" (War and peace) ۽ "ائنا ڪرينينا" (Anna karinena) ان دور جا يادگار ناول آهن . انهن ٻن ناولن جي لکڻ ڪري هو سڄيءَ دنيا ۾ مشهور ٿي ويو . ان کان پوءِ سنجهس مذهبي خيال ايڏو ته زور ورتو جو اخلاق جي مدنظر ، هن پنهنجو لکڻ ئي بند ڪري ڇڏيو . حضرت عيسيٰ مسيح جي تعليم ۽ تربيت سندس دل ڦيري وڌي ، ۽ هو سيڪجهه

چڙي ، پياسي ورهين جي وڏيءَ عمر ۾ ، ڪوهه قاف جي هڪ مڙهيءَ ۾ وڃي رهيو ، جتي ١٩١٥ع ۾ وفات ڪري ويو.

ٽالسٽاءِ روسي زبان ۾ تمام گهڻي انداز ۾ افسانا لکيا آهن ، جن جو ترجمو دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ٿيل آهن. سنڌي زبان ۾ انهن مان ڪن افسانن جو ترجمو شيوارام لالا ڪيو. شيوارام لالا ، ورهاڱي کان اڳ ، جيڪب آباد جي ميونسپل هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر هو ، ۽ اصل روهڙيءَ جو ويٺل هو. هو پاڻ به ڌرمي خيالن جو ماڻهو هو ، تنهنڪري هن ٽالسٽاءِ جي ٻهرين آکاڻيءَ جو ترجمو "انسان جي زندگيءَ جو مدار" جي نالي سان ڪيو ، جو "سنڌو" رسالي جي آگسٽ ١٩٣٢ع جي اشاعت ۾ شايع ٿيو. هن آکاڻيءَ ۾ 'ٽالسٽاءِ' 'سائمن' نالي هڪ موچيءَ جي ڳالهه لکي آهي. ڪهاڻيءَ جو مقصد ، جيئن شيوارام لالا لکي ٿو ، هينئيون آهي :

"جيڪڏهن ڪو انسان چوي ته مان خدا کي پيار ڪريان ٿو ، پر ساڳئي وقت هو پنهنجي انسان ڀاءُ کي ڌڪاري ٿو ، ته پڪ ڄاڻو ته هو ڪوڙ

ٿو ڳالهائي: ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن پاڻ، جنهن کي هو اکين سان ظاهر ظهور ڏسي ٿو، تنهن کي هو پيار نٿو ڪري، تہ خدا، جنهن کي هن ڏٺو ئي نہ آهي، ان کي هو ڪڏهن بہ پيار ڪري نٿو سگهي."

ٽالسٽاءِ جو ٻيو افسانو، جنهن جو ترجمو شيوارام لالا پيش ڪيو، ان جو عنوان آهي: "جي چڻنگ جي پرواهہ نہ ڪبي تہ پنيٽ اجهائي نہ سگهبو" ان ۾ 'ايون' نالي هڪ ڪڙميءَ جي آڪاڻي ڏني اٿس جنهن ۾ هن ڏيکاريو آهي تہ انساني دشمني بہ هڪ باهہ جي چڻنگ وانگر آهي، جيڪڏهن ان کي وسائڻ جي ڪوشش نہ ڪبي تہ اها چڻنگ پنيٽ بڻجي پوندي؛ انساني غصوئي آهي جو مصيبتن جو باعث بڻجي ٿو. اهڙيءَ ريت، شيوارام لالا "موم بتي"، "جيوت جو جس"، ۽ ٽالسٽاءِ جي ٻين ڪيترن ئي افسانن جا ترجما ڪيا، جن کي پوءِ "سنڌو ساهت منڊل"، ڪتابي صورت ۾، ڇپائي پڌرو ڪيو.

شيوارام لالا جي ترجمن کي ڪامياب ترجما چئجي تہ انهيءَ ۾ ڪوبہ مبالغو نہ ٿيندو. زبان جي لحاظ کان هن ترجمي کي نهايت عمديءَ طرح سان نباهيو

آهي. ٻولي نهايت وڻندڙ ۽ سادي ڪم آندي اٿس. مثال طور، "جيوت جي جس" ۾ هو هڪ هند هڪ ڪنگال ڪڙمي‌ءَ جي تنگ گذر جو هيئن ٿو ذڪر ڪري.

"ادا، مالڪ مهر ڪري پنهنجي گنج مان هڪڙو ڪٽو بخشيو آهي ته جوانيءَ ۾ منهنجي اکين جو تارُ ٿئي ۽ پيريءَ ۾ منهنجي غمگساري ڪري، ۽ مماتيءَ ۾ منهنجي آتما جي شانتيءَ لاءِ پرارٿنا ڪري؛ پر چاڪاڻ ته آءٌ ڪنگال آهيان، تنهنڪري ٽينگر لاءِ ڏرم جو پيءُ* نٿو ملي، پيو تلاش ۾ ڦران".

٢، شيوارام لالا ڪان سواءِ، شيوڪ ٻي. موٽوائي اهو افسانہ نگار آهي جنهن رابندرناٿ ٽئگور جي افسانن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. رابندرناٿ ٽئگور بنگال جو اهو عيرفاني شاعر، افسانہ نويس ۽ ناول نويس آهي، جنهن بنگالي زبان ۾ "گيتانجلي" لکي. سن ١٩١٣ع

* هتي هي ٻڌائڻ ضروري آهي ته عيسائين ۾ هڪڙو رواج آهي ته هو پنهنجي اولاد لاءِ ڏرم جو پيءُ ڳوليندا آهن.

۾ ’ نوبل پرائيز‘ حاصل ڪيو. هو پنهنجي دور جو
هڪ وڏو مفڪر ٿي گذريو آهي. عظيم شاعر ۽ اديب
هجڻ سان گڏ، هو مصوريءَ ۽ موسيقيءَ جو به وڏو
ڄاڻو هو. ادب ۽ آرٽ جي تعليم ۽ ترقيءَ لاءِ، ڪلڪتي
جي پرسان، هن ”شانتي نڪيتن“ جو پايو وڌو، جنهن
۾ ادب، موسيقي ۽ مصوريءَ بابت ڪوجنا ٿيندي هئي.
سندس ڪيترئون ئي تصنيفون آهن، جن مان ڪي
انگريزيءَ ۾ لکيون ويون آهن، ته ڪي بنگاليءَ ۾.
بنگاليءَ ۾ سندس لکيل ڪتاب گهڻو ڪري انگريزيءَ ۾
ترجمو ٿي چڪا آهن. ٽئگور جهڙيءَ ريت بنگال ۾
مقبول هو، اهڙيءَ ريت سڄي هندستان ۽ ٻين ملڪن
۾ به کيس گهڻي شهرت حاصل هئي. هو سنڌ ۾ به
آيو هو. سندس شهرت اهڙي نه هئي، جو سنڌ وارا ان
کان بيخبر رهجي وڃن.

شيوڪ موٽواڻيءَ ٽئگور جي افسانن مان گهڻن
جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي، جن مان ”منهنجو
مالڪ، سهڻو ٻالڪ“ گهڻي قدر پسند ڪيو ويو.
ان ۾ هڪ وڏوا جي ٻار جو ذڪر آهي، جنهن
کي سندس مامو پالي ٿو. سندس مامي، راءِ چرن،
کي پنهنجو اولاد ڪونه آهي. آخرڪار، قسمت سان

ڪيس هڪ پٽ پيدا ٿئي ٿو. راءِ چرن جي زال پنهنجي پٽ کي ان وڏوا جي پٽ کان وڌيڪ پيار ڪرڻ لڳي ٿي، مگر راءِ چرن انهيءَ ڳالهه کي پسند نٿو ڪري. آخر نوبت انهيءَ منزل تي پهچي ٿي جو زال ۽ مڙس جي وچ ۾ ڇڪتاڻ پيدا ٿئي ٿي. نتيجو اهو نڪري ٿو جو زال، مڙس جي آڏ مڇي ٿي، ۽ وڏوا جو پٽ گهر ۾ اچي وانگر ساڳئي ريت پلجي ٿو. راءِ چرن جو پنهنجو پٽ اڳتي هلي موت جو شڪار ٿئي ٿو، ۽ اهو ئي ڇوڪرو سندس پيريءَ جو سهارو بڻجي ٿو.

شيوڪ موتوانيءَ. ٽئگور جي ٻي آکاڻي جا سنڌيءَ ۾ آندي آهي، ان جو عنوان آهي "زنده يا مرده". ان ۾ به سماج جي غلطڪارين کي موضوع بنايو ويو آهي. جنهن ريت شيوڪ موتوانيءَ ٽئگور جي آکاڻين کي ترجمو ڪيو آهي، سو به اهڙو ئي ڪامياب ترجمو آهي، جهڙو شيوارام لالا ٽالسٽاءِ جي آکاڻين جو ترجمو ڪيو آهي.

**۳.** ڪلياڻ آڏواڻي به انهن افسانہ نگارن مان آهي، جن ٻين ٻولين جي ترجمن سان سنڌيءَ کي مالامال

ڪيو. هن صاحب انگلنڊ جي مشهور افسانہ نويس آسڪر وائيلڊ جي افسانن جو ترجمو ڪيو آهي. هن آسڪر وائيلڊ جي ابتدائي افسانن مان، سندس مشهور افساني " نائٽنگيل ائنڊ روز"(The Nightingale and the Rose) جو ترجمو، "گل ۽ بلبل" جي عنوان سان ڪيو آهي. هيءُ اگرچ عشقيہ افسانو آهي، پر وڏو معنيٰ خيز آهي. ان جي تمهيد ۾ آڏواڻي صاحب خود لکي ٿو:

"هيءَ نهايت رقت‌آميز ڪهاڻي، مشهور 'آسڪر وائيلڊ' جي 'The Nightingale and the Rose' جو ترجمو آهي. بلبل جو گل لاءِ عشق عام افسانو آهي، پر آسڪر وائيلڊ ان کي نئون لباس پهرايو آهي؛ بلبل جي الفت مان دلپذير نصيحت ڇڪي اٿس.

"الهڙ وديارٿين کي عشق جي اونهي اوڙاهہ ۾ پاڻ اڙائڻ نہ گهرجي. کين فقط پنهنجن ڪتابن ڏانهن توجهہ رکڻ گهرجي. اسان جي شاعر کين چيو آهي:

'عشق نہ آهي راند، جو ڪنس ڪيرو!' هتي تہ جيءَ، جسي ۽ جان کي فنا ڪرڻو آهي. سچ چيو

آهي شاعر 'عطار'، ته گل جو راز بيشڪ بلبل
ٿي ڄاڻي: 'رازِ گل بلبل بداند بيشڪي'. ڪيئن
بلبل پنهنجي معشوق گل جي ديدار لاءِ پنهنجو
جگر جو خون ڏيئي ڇڏيو، تنهن جي تصوير
نهايت دردآميز چٽي ويئي آهي. ٻيو ته گل
بيشڪ صاحب جمال آهي، پر جهٽڪي بعد ان
جو زوال آهي، جيئن آڪاڻيءَ مان ظاهر آهي.
آخرين نصيحت جا آهي، سا اها ته دنيوي معشوق
ڪنهن به حالت ۾ آخر بيوفا آهي. سعديءَ صاف
چيو آهي:

دنيا حريف سفله و معشوق بيوفا ست،
چون ميرود هر آئينه بگذار تا رود.

يعني دنيا جي غيرت دوست آهي، ۽ معشوق
بيوفا آهي: جي چاهي ته وڃان، ته ڇڏينس ته
ٻلي وڃي."

**٤.** ٽئگور جي افسانن جي ترجمي ڪندڙن ۾
دارجنداس آڏواڻي جو به نالو اچي ٿو، جنهن هڪ
ڪهاڻي "پريم جو راز" جي عنوان سان پيش ڪئي
هئي. ان آکاڻيءَ ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته حقيقي محبت

چا کي چئبو آهي، 'کسم' نالي هڪ بنگالي ڇوڪريءَ
جو مڙس ننڍي ئي مري ويو هو. ان جي ڪري هن
جي حياتيءَ جو مقصد اهوئي وڃي رهيو ته هوءَ پنهنجي
باقي عمر پوڄا پاٺ ۾ گذاري ڇڏي، ڇو ته ونڌوا هجڻ
جي حالت ۾ هن کي ٻي شادي ڪرڻ جي اجازت نه
هئي. هوءَ روزانو مندر ۾ ويندي هئي ۽ پنهنجو وقت
پوڄا پاٺ ۾ گذاريندي هئي. مندر ۾ هڪ ڏينهن هڪ
نوجوان سنياسي آيو، جنهن کي ڏسي 'کسم' جي دل
۾ ان جي لاءِ محبت پيدا ٿي، پر هي به مشڪل هو
ته هوءَ ان سنياسيءَ کي پنهنجي محبت جي ڳالهه ٻڌائي
سگهي. ان ڪري هن مندر ۾ وڃڻ ئي ڇڏي ڏنو.
سنياسيءَ کي هيءَ ڳالهه دل ۾ ڪٽڪي، ۽ هڪ ڏينهن
جڏهن کيس 'کسم' سان ڳالهائڻ جو موقعو مليو، تڏهن
کسم کيس پنهنجي اندر جو راز ٻڌايو. پر سنياسيءَ
کيس چيو ته هو هڪ فقير آهي، ان ڪري کيس سائس جا
محبت آهي تنهن کي وساري ڇڏي. سنياسي هليو ويو
۽ کسم هميشه ان کي ياد ڪندي، آخر مري ويئي.
هن ڪهاڻيءَ ۾ ٽئگور ڏيکاريو آهي ته الاهي محبت
جي مٿان ٻي ڪا به محبت غالب ڪين ٿي سگهي.

**٥.** نانڪرام ڏرمداس مير چنداڻي، منشي پريمچند جي آکاڻين جو وڏو ترجمان آهي. منشي پريمچند هندي ۽ اردوءَ جو بهترين افسانہ نويس ٿي گذريو آهي. هو بنارس جي پرسان هڪڙي ڳوٺ جو ويٺل هو. انگريزي ۽ فارسيءَ ۾ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ، هن تعليم کاتي ۾ نوڪري ڪئي. سندس ادبي زندگيءَ جي ابتدا ١٩٠١ع کان شروع ٿي. ان وقت کان وٺي، ١٩٣٦ع تائين، جڏهن سندس موت ٿيو، هو افسانا ۽ ناول لکندو رهيو. سندس مشهور ناول "پريما"، "پريم آشرم" ۽ "رنگ ڀوم" آهن. افسانہ نگاريءَ ۾ هو پنهنجو مثال پاڻ هو. هن ڀهراڙيءَ جي حقيقتن کي بنا ڪنهن مبالغي جي لکيو آهي، ۽ ڪڏهن بہ حق ۽ سچائيءَ جو انڪار نہ ڪيو اٿس. هي انساني جذبات ۽ نفسيات جو پورو ماهر هو، ۽ اس ۽ ڇانو کي چڱيءَ طرح ڄاڻندڙ هو. سندس افسانن جا ڪيئي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن، جهڙوڪ "پريم پچيسي" "پريم بتيسي"، "خواب ۽ خيال" ۽ "خاڪ ۽ پروانو".

نانڪرام سنڌي زبان ۾ پريمچند جي ڪيترن ئي افسانن جو ترجمو ڪيو آهي. "ستيا گرهہ" پريمچند جو

مشهور افسانو آهي، جنهن ۾ هن ڏيکاريو آهي ته ڪهڙيءَ ريت انگريزي حڪومت جي چالبازين عوام جي آزاديءَ جي روح کي برباد ڪرڻ تي گهريو ۽ ان لاءِ ڪهڙا طريقا تي ڪم آندا. هندستان جا ماڻهو، جن ۾ آزاديءَ جو روح اڃا پوريءَ ريت سمائجي نه سگهيو هو، پنهنجن ذاتي فائدن تي آزاديءَ کي قربان ڪندا ٿي رهيا. نانڪرام هن افساني جو ترجمو به ان زماني ۾ ڪيو، جڏهن سنڌ ۾ ڪانگريس جي تحريڪ وڏي زور تي هئي. ان ڪري هن پريمچند جي افسانن جي باعث وڏو نالو پيدا ڪيو.

سندس ٻيو افسانو ”فڪرِ دنيا“ آهي. ان ۾ هن ’جٺڪ‘ نالي هڪ ماڻهوءَ جي ڳالهه لکي آهي، جو ڪنهن جهنگ ۾ آزاد زندگي گذارڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. جيئن ته ڪيس غير معمولي طاقت هئي، ان ڪري هن ان جو ناجائز فائدو وٺڻ شروع ڪيو، ۽ ماڻهن کي پنهنجي طاقت جي دٻاءَ ۾ آڻي، پنهنجي زندگيءَ کي خوش رکڻ جو خيال ڪندو رهيو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو عوام ۾ ان جي لاءِ نفرت جاڳي، ۽ جڏهن هو اوچتو ڪنهن بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي پيو ته

سندس ڪوبہ ساٿي نہ رهيو ، ۽ آخرڪار هو بنا ڪنهن جي همدرديءَ جي دنيا کان موڪلائي ويو .

نانڪرام زبان ۽ ٻوليءَ جي لحاظ کان هڪ ڪامياب ليکڪ هو. پريمچند جي افسانن ۾ هونئن بہ وڏو اثر آهي، ۽ نانڪرام ان اثر کي قائم رکي، پاڻ کي هڪ ڪامياب مترجم جي حيثيت ۾ پيش ڪيو آهي.

**٦.** منوهرداس ڪوڙومل سنڌي زبان جو اهو افسانہ نويس آهي، جنهن جو قلم هميشه اهڙن افسانن لکڻ ۾ مشغول رهيو ، جن مان ڪي اخلاق جا نڪتا پيدا ٿي سگهن. ادب ۾ هو پنهنجي والد، راءِ بهادر ڪوڙي مل، جو پورو پورو جانشين آهي. سندس افسانا ”سنڌوءَ“ ۾ نصيحت آميز آکاڻين جي سري سان شايع ٿيندا رهيا. هن اهي افسانا ”سنڌو“ رسالي ۾ تمام گهٽي انداز ۾ لکيا. انهن مان هتي سندس ٽن افسانن جو ذڪر ڪجي ٿو: (١) سوني ٿالهي ، (٢) سورهن ئي آنا سچو انسان، ۽ (٣) ڪشاده دلي ۽ قرباني. اهي افسانا يا تہ ڪن هندي ڪتابن تان يا ڪن انگريزي ڪتابن تان ترجمو ٿيل آهن. اهي ٽيئي ڪهاڻيون نتيجہ خيز آهن، جن مان اخلاقي نڪتا نروار ٿين ٿا.

پهرئين افساني ۾ هو ڏيکاري ٿو ته انسان جو انسان تي رحم ڪرڻ, گهرجائن ۽ محتاجن جي مدد ڪرڻ, اها خدا جي سچي عبادت آهي. ٻئي افساني ۾ سچائيءَ جي گڻ کي اعلىٰ شمار ڪري, ان جا فائدا بيان ڪيا اٿس. ٽئين افساني ۾ هو ڏيکاري ٿو ته ڪيئن نه نيڪ انسان ٻين جي فائدي لاءِ پنهنجي فائدي تان هٿ ڪڍڻ بهتر سمجهن ٿا.

هنن ٿورن ترجمن کي اسان مثال طور آندو آهي, ٻيءَ حالت ۾ هن دور ۾ جيڪڏهن اسين سڀني ترجمن جو ذڪر ڪنداسين ته ان لاءِ وڏي ڪتاب جي ضرورت پوندي. جيتوڻيڪ افسانه نويسيءَ جو هي ابتدائي دور هو, پر جيڪڏهن افسانن جي اشاعت تي نظر ڪنداسين ته اهو افسانه نويسيءَ جو سونهري دور نظر اچي ٿو.



# باب ڇهون

## تاريخي افسانا

افسانه نويسيءَ جي اوسر جي هڪڙي ڪڙي تاريخي افسانا به آهن. تاريخي ناولن جيان، تاريخي ۽ نيم-تاريخي واقعن ۽ ڪردارن تي لکيل افسانن جو به خاص دؤر رهيو آهي. تاريخي ناول جو بنياد، انگريزي ادب ۾، والٽر اِسڪاٽ رکيو. گهڻو پوءِ، انهيءَ طرز تي، اردوءَ ۾ مولانا عبدالحليم 'شرر' تاريخي ناول لکيا، جن جو وڏو حصو اسلامي تاريخ سان واسطو رکي ٿو. سنڌيءَ ۾ مولانا شرر جي ترجمن سان اسلامي تاريخي ناول جو بنياد پيو. اهڙيءَ ريت، اردوءَ ۾ اسلامي ۽ تاريخي افسانن لکڻ جو رواج پيو ۽ سنڌيءَ ۾ به انهيءَ طرز تي تاريخي افسانا لکجڻ لڳا.

تاريخي افسانن واري ابتدائي دؤر ۾ ڪي ٿورا افسانه نويس نظر اچن ٿا. انهيءَ سلسلي ۾، پير حسام الدين راشديءَ جي افساني "انارڪليءَ" جو ذڪر اسين مٿي ڪري آيا آهيون. اهو شهزادي سليم ۽

انارڪليءَ جي محبت واري مشهور تاريخي واقعي تي ٻڌل آهي. شهنشاه اڪبر ڪي اها ڳالهه نٿي آئڙي، تنهنڪري انارڪليءَ جي پڇاڙي تمام عبرتناڪ نموني سان ٿي. راشدي صاحب انهيءَ تاريخي حقيقت کي ڪاميابيءَ سان افسانوي انداز ۾ لکيو آهي.

”سنڌوءَ“ جي ابتدائي دؤر ۾ لطف الله بدويءَ جا ٻه تاريخي افسانا نظر اچن ٿا، جن مان هڪ افسانو، ”عشق ۽ فرض“ ڪافي اهم آهي. اهو ’فردوسيءَ‘ جي ”شاهنامي“ تان ورتل آهي، جنهن ۾ سهراب ۽ هڪ ايراني ڇوڪري ’گرد آفريد‘ جي تاريخي حقيقت پيش ڪئي ويئي آهي. گرد آفريد ايران جي سرحد تي هڪ قلعي جي حاڪم ’هجير‘ جي نياڻي آهي. سهراب توراني فوج سان گڏ، ايران تي چڙهي اچي ٿو ۽ هجير سان سندس مقابلو ٿئي ٿو. هجير جي نياڻي، گردآفريد، سندس مقابلو ڪري ٿي، پر هارائي ٿي. جنگ جي ميدان ۾ سهراب جي دل ۾ گردآفريد لاءِ محبت پيدا ٿئي ٿي، پر گردآفريد کي پنهنجي وطن ايران جي محبت سهراب سان شادي ڪرڻ کان روڪي ٿي، ڇو ته سهراب ايران جو دشمن هو. گرد آفريد، اهڙيءَ ريت،

پنهنجيءَ محبت تي وطن جي محبت کي فوقيت ڏئي ٿي ، ۽ آخرڪار هڪڙي ايراني غدار هٿان سندس موت ٿئي ٿو . سهراب قلعي کي ان وقت اچي فتح ڪري ٿو ، جنهن وقت گرد آفريد جا پويان پساهه آهن . افسانه نگار حب الوطنيءَ جي انهيءَ عظيم تاريخي واقعي کي اهڙي درد انگيز انداز ۾ بيان ڪيو آهي ، جو ڪن جاين تي پڙهندڙن جي اکين مان بي اختيار ڳوڙها ڪريو پون .

” سندوءَ “ جي تاريخي افسانن لکندڙن ۾ ميلارام واسوانيءَ جو نالو به اچي ٿو ، جنهن اردوءَ جي مشهور افسانه نويس سدرشن جي هڪ تاريخي افساني جو ترجمو ” فرعون جي ڌيءَ “ جي عنوان سان پيش ڪيو آهي ، جنهن ۾ ’ فرعون دليميسس‘ جي محبت جي ڳالهه آهي . ان ۾ قديم مصر جي تهذيب ۽ تمدن جي تصوير چٽيندي ، فرعونن جي ظلم ۽ ڏاڍائيءَ جو منظر ڏيکاريو ويو آهي . اهڙيءَ ريت ، تاريخي افسانن جي دور ۾ انهن ٿوري کن پين ٿورن افسانه نويسن به چڱو پاڻ ملهايو آهي .



# باب ستون

## سماجي ۽ معاشرتي افسانا

اسين مٿي بيان ڪري آيا آهيون ته سنه ١٩٣٠ع ذاري افسانن جا ڪي مجموعا ڪتابي صورت ۾ شايع ٿي چڪا هئا. ان کان پوءِ، سنه ١٩٣٦ع ذاري، شيوارام لالا جون ترجمو ڪيل، ٽالسٽاءِ جون آکاڻيون ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيون. هن ڪتاب بابت اسين ترجمو ڪيل افسانن واري باب ۾ بحث ڪري آيا آهيون. اهي سڀ افسانا، پهرين "سنڌو" ۾، ڇپجي چڪا هئا.

جلدئي، سنه ١٩٣٧ع ذاري، عثمان علي انصاريءَ جي افسانن جو مجموعو، "پنج" ناليءَ، شايع ٿيو. ڪتاب جي مهاڳ ۾ هن صاحب افساني جي باري ۾ مختصر سمجهاڻي هن ريت ڏني آهي:

"ادب جي هرهڪ شاخ، پنهنجي پنهنجي وقت تي عام ماڻهن جي رغبت موجب وڌندي رهي ٿي. ڪو وقت هو، جڏهن پبلڪ کي ڊرامو ٿي وڻيو، ۽ مصنفن پنهنجو قلمي زور انهيءَ شاخ جي

واڌاري ۾ لڳائي ڇڏيو هو. تنهن کان پوءِ مضمون نويسيءَ جو دور آيو. بعد ۾ ناول زور پڪڙي ويو. اهڙيءَ طرح، هن وقت مختصر ڪهاڻيون هر هڪ شخص کي پسند آهن؛ تنهن جا ٻه وڏا سبب هي آهن:

(الف) حياتيءَ لاءِ مصروفيتون وڌي ويون آهن ۽ پڙهڻ لاءِ وقت ٿورو ٿو ملي، تنهنڪري وڏن وڏن قصن بدران مختصر ڳالهين پڙهڻ سان شوق پورو ٿي سگهي ٿو.

(ب) مختصر ڳالهين ۾ اسان جي حياتيءَ جي فقط هڪ پهلوءَ تي پوري پوري روشني وڌي ٿي وڃي، جنهنڪري پڙهندڙن کي انهيءَ خاص پهلوءَ کي سمجهڻ ۾ ڪابہ تڪليف نٿي ٿئي.

”افسوس آهي تہ اسان جي سنڌي ادب جي اها شاخ اڃا تائين خالي پيئي آهي. ڪنهن بہ مصنف انهيءَ طرف ڌيان نہ ڏنو آهي. ننڍيون ننڍيون ڳالهيون، جي هن وقت تائين ڇپجي عوام جي اڳيان آيون آهن، سي ادبي نقطہ نگاهہ سان ڏسڻ وارن کي گهٽو هيٺ ڪريل ٿيون معلوم ٿين. سبب تہ انهن ۾ 'مختصر ڳالهہ' جا ادبي اصول غيرموجود

آهن. سنڌ ته ڇڏيو، پر ساري هندستان ۾ به، مرڳواسي منشي پريمچند کان سواءِ، ڪنهن به مصنف جون مختصر ڳالهيون ادبي معيار تي پوريون ڪين آهن. مون به ڪوشش ڪئي آهي، ۽ 'پنج' جا چار حصا لکيا اٿم، جن ۾ منهنجي سموري ڪوشش فقط مختصر ڳالهہ' جي اصولن کي پوري رکڻ ۾ خرچ ٿي آهي."

انصاري صاحب، جيئن پاڻ لکيو آهي، "پنج" جا چار حصا لکيا هئا، پر رڳو هڪڙوئي حصو شايع ٿي سگهيو. ان حصي ۾ هيٺيان پنج افسانا آهن: (١) عجيب نسخو (٢) ململ جو چولو، (٣) مقام، (٤) بخيل، ۽ (٥) نيلوفر سلطانہ. پهريان چار افسانا سماجي مسئلن سان واسطو رکن ٿا، ۽ پويون تاريخي افسانو آهي.

"ململ جو چولو" جو پلاٽ انوکو، ۽ انداز بيان اثرائتو آهي. ڪهاڻي هن ريت آهي:

انور جي شادي زبيده سان ٿي، پر منجهن محبت پيدا ٿي نہ سگهي. آخرڪار، زبيده مڙس جي گهر مان نڪري وڃي پنهنجي پيءُ وٽ رهڻ لڳي. انور جي دوستن ڪوشش ڪئي تہ هو زبيده کي وري پنهنجي گهر وٺي اچي، پر انور اها ڳالهہ قبول نہ ڪئي. زبيده

اندرئي اندر ڳرندي رهي، ۽ سندس صحت ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندي ويئي. ناداريءَ جي ڪري، سندس حالت اجا به آبتَر ٿي ويئي، ۽ هوءَ بستري تان اٿڻ جهڙي به نه رهي هئي. هوڏانهن انور ٻي شادي ڪري ڇڏي. جيتوڻيڪ زبيده کيس گهڻيون ئي منٿون ڪيون، پر هو نه مُڙيو. زبيده پنهنجي پورهئي مان بچايل پئسن مان ململ جو ڪپڙو خريد ڪري، چولو بنائي انور کي تحفو ڪري موڪليو. انور جي نئين زال ان ڳالهه تي ايتريقدر ته ناراض ٿي، جو انور نيٺ اهو چولو باهه ۾ ساڙي پيرن سان لتاڙي ڇڏيو. انهيءَ ئي ڏينهن کيس اطلاع مليو ته زبيده مري ويئي. زبيده جي مرڻ کان پنج سال پوءِ، اوچتوئي اوچتو، انور جي پيرن ۾ سوزش پيدا ٿي. هن گهڻائي علاج ڪرايا، پر فائدو ڪونه ٿيو، ۽ سندس حالت خراب ٿيندي ويئي. آخر، انهيءَ ساڳيءَ تاريخ تي، جنهن تاريخ تي هن زبيده جو چولو پيرن سان لتاڙيو هو، انور وفات ڪري ويو.

انصاري صاحب جو ٻيو افسانو، ”نيلوفر“، هڪ تاريخي افسانو آهي. ان جي ڪهاڻيءَ جو اختصار هن ريت آهي:

شهزادي نيلوفر، ترڪيءَ جي مشهور سلطان مراد جي ڌيءَ هئي. جهڙي صورت سهڻي هيس، تهڙي ئي سيرت هيس. سلطان مراد جي ساڻس ڏاڍي دل هوندي هئي. سلطان يورپ تي قابض ٿيندو پئي ويو، ۽ سندس مقابلي ۾ سڄي يورپ جون فوجون هيون. ان وقت، جڏهن سڄي بلقان جو فوجون ڊئنيوب درياءَ جي ڪناري تي سلطان جي مقابلي لاءِ تيار ٿي بيٺيون هيون، سلطان جي پياري ڌيءَ نيلوفر بيمار ٿي پيئي. سلطان هن کان اڳ يورپ جي فوجن سان مقابلا ڪري چڪو هو ۽ کيس انهن جي ڪابه پرواهه ڪانه هئي، پر نيلوفر جي بيماريءَ کيس مايوس ڪري وڌو. سلطان بهرحال جنگ جي ميدان ۾ پهچي ويو. لڙائيءَ جي دوران کيس نيلوفر جو ڪوبه خط وغيره نه پهتو، ان ڪري سندس ڳڻتيءَ ۾ اضافو ٿي ويو. پويان شهزاديءَ جي طبيعت سڌرڻ لڳي، ته هن سلطان سان جنگ جي ميدان ۾ وڃي ملاقات ڪرڻ جو ارادو ڌيڪاريو. منع ڪرڻ جي باوجود هوءَ باز نه آئي، ۽ اوڏانهن رواني ٿي. سلطان ڏانهن ويندي، اتفاقاً، شهزادي نيلوفر دشمن جي هٿن ۾ گرفتار ٿي پيئي. کيس گرفتار ڪندڙ فوجي

سردار، هن حسين شهزاديءَ کي هميشه لاءِ پاڻ وٽ
رکڻ جو خيال ڪيو. ليڪن فوج جي ڪمانڊر ڪيس
هن شرط تي نيلوفر ڏيڻي ڪئي ته هو سلطان مراد کي
قتل ڪري. فوجي سردار، جنهن جو نالو ’پراگو‘ هو،
نيلوفر کان هڪ خط وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيو، ۽ ان وسيلي
ڪيس سلطان مراد سان ملڻ ۾ ڪابه تڪليف ڪانه ٿي.
ملاقات وقت، وجهه وٺي، هن سلطان کي سيني ۾ خنجر
وهائي ڪڍيو، جنهنڪري هو زخمي ٿي پيو. اهڙيءَ
حالت ۾ به هو ٻارهن ڪلاڪ ساندهه لڙائي ڪندو رهيو.
آخرڪار مخالف بادشاهه ۽ ڪمانڊر ٻئي گرفتار ٿيا،
۽ سلطان فوت ٿي ويو. هوڏانهن نيلوفر کي جڏهن
پنهنجي پيءُ جي موت جي خبر پيئي، تڏهن پراگو
سان دوبدو مقابلو ڪيائين، جنهن ۾ پراگو مارجي ويو.
نيلوفر پيءُ جي موت کان پوءِ زندگيءَ مان تنگ ٿي
پيئي هئي، سو نيٺ پاڻ کي به ماري ڇڏيائين.

”نيلوفر“ هڪ دکدائڪ ڪهاڻي آهي، جنهن
کي انصاري صاحب تمام اثرائتي انداز ۾ لکيو آهي.

لطف الله بدويءَ جي افسانن جي مجموعي،
”دستهء گل“، جو ذڪر اسين مختصر طرح مٿي ڪري

آيا آهيون. اهو ڪتاب اين. ايڇ پنجابي ڪمپنيءَ طرفان اٽڪل ٽيهارو سال اڳ شايع ٿيو هو. ان ۾ ڪل ست افسانا هئا. انهن مان "غريبت" افساني جو ذڪر اسين مٿي ڪري چڪا آهيون. ٻيو افسانو، "غريبن جو افسوس الله والي"، هن مجموعي جو اهم افسانو آهي. هيءَ سنڌي سماج جي انهيءَ ماحول جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ٻهراڙيءَ جا ماڻهو عام طرح زميندارن ۽ ڪامورن جي زور ۽ طاقت جو شڪار ٿيندا آهن. افسانه نگار ان جي ابتدا فطرت جي هيٺئين نظاري سان ڪري ٿو:

"پوهه جو مهينو هو. اولهه جي پڇاٽ سڄو ڏينهن هلي رهي هئي. درياءَ جي ڪناري تي، ڏينهن لڙي ئي، سردي اچي پنهنجي سامان سان حاضر ٿي. رنگپور جي پتڻ تي ٻيڙي هئي. مهاڻي رات جي لاءِ گندي ۽ سوڙ پنهنجي پونگيءَ مان آڻي ٻيڙيءَ ۾ وڌي، جو هن ڪي رات پرينءَ پر گذارڻي هئي. ٻيڙيءَ ۾ ويٺلن جي رڙ پئي پيئي ته 'ميان مهاڻا، هاڻ جلد ڪر، چاڻ پارو لنگهو'!"

افسانه نگار انهن ٿورن جملن ۾ موسم ۽ وقت جو سڄو نظارو پڙهندڙن جي اکين سامهون آندو آهي. دريا

جي ڪناري تي سياري جي ٽڏ جو نقشو هن ڪان وڌيڪ
پيو ڏي نٿو سگهي.

ان کان پوء افسانہ نويس ٻڌائي ٿو تہ مهاڻو جڏهن
ٻيڙي کولي دريا ۾ وڌيو، تہ ايتري ۾ ڳوٺ جو وڏيرو،
ڪن ماڻهن سميت اچي سهڙيو. وڏيري حڪم ڏنو تہ
ٻيڙي موٽائي ڪناري تي آندي وڃي، جيئن هو ۽ سندس
ماڻهو ان ۾ سوار ٿين. مهاڻي ٻيڙي تہ موٽائي آندي، پر
زميندار جي عتاب هيٺ اچي ويو – تہ هن ٻيڙي سندس
پهچڻ کان اڳ ڇو ڇوڙي، جڏهن ڪيس نياپو بہ پهچايو
ويو هو تہ هو وڏيري لاء ترسي! هن ڪوڙيءَ حقيقت
کي ٽيڪي ڏيڻ لاء وڏيري جو نوڪر بہ موجود هو.
نتيجو اهو نڪتو جو ويچاري مهاڻي کي مار پيئي.

افسانہ نگار اسان کي انهيءَ موقعي تي هڪ صحيح
حقيقت کان واقف ڪيو آهي، جنهن کي تاريخي ڇنڊ
تہ ڇيجا نہ ٿيندو. انگريزي حڪومت اندر جيڪڏهن انتظام
جي ڪا وڏي ۾ وڏي برائي هئي تہ اها هئي جو زميندار
طبقي کي آزاد ڇڏيو ويو هو.

مار کائڻ کان پوء، مهاڻي ٻيڙيءَ ۾ پوتار ۽ سندس
رفيقن کي، ۽ پوء انهن جي گهوڙن کي سوار ڪيو–

۽ ويچارن مسافرن کي پيڙيءَ مان لهي وڃڻو پيو. هن ظلم جي نظاري کي افسانہ نويس هيئن ٿو پيش ڪري:
”پيڙي غروب آفتاب جي سرخ شفقي رنگ ۾ رڱجي اڳتي وڌي. مسافر ڪوهيڙي جي ڏند ۾ پيڙيءَ کي عميق جي آڇوڙن تي ويندي ڏسندا رهيا، ۽ ائين پئي معلوم ٿيو تہ هو ڪنهن خضر جي طرف نهاري رهيا آهن، جو پيڙيءَ کي ڪناري تي سوٽائي آڻي، ان ۾ اهڙو سوراخ ڪري، جو هوءَ ٻڏي، بيدادگريءَ جي ظلم کان هميشه لاءِ بچي وڃي.“
پيڙيءَ مان لاٿل مسافرن مان، هڪ مسافر سان سندس ننڍو نينگر بہ گڏ هو. سيني مسافرن رات ڪنهن ويجهي ڳوٺ ۾ گذاري، پر نينگر هن حقيقت کي سمجهي نہ سگهيو تہ آخر هن زميندار جي اچڻ ڪري ڪين پيڙي مان لهڻو چو پيو!
انهيءَ ڳالهہ کي عرصو گذري ويو. هڪ ڏينهن پيلي ڪاٽي جي ڪنهن آفيسر جي منزل انهيءَ ڳوٺ ۾ ٿي، جنهن ۾ مهاڻو، مسافر ۽ ننڍڙو نينگر رهندا هئا. آفيسر جي خوشامد ۽ رسائيءَ لاءِ راڪا نڪري پيا، ۽ ڳوٺ جي ماڻهن کان ڪجهہ نہ ڪجهہ ڇڏائڻ لاءِ گهمندا

رهيا. مهاڻي جون مينهيون بہ ٻيلي جي آسپاس چرنديون هيون. مهاڻي ڪجهہ بہ ڏيڻ کان انڪار ڪيو، تنهن ڪري سندس سڀ مينهيون ڍڪ ۾ وڌيون ويون. ننڍڙي نينگر جي اکين اڳيان اهو واقعو بہ گذريو، ۽ ڪنهن ماڻهوءَ کان ائين چوندي ٻڌائين تہ هي ڪامورا ڪوريئڙي جو ڄار آهن، جيڪو آيو سو ڦاٿو — پر نينگر انهيءَ حقيقت کي بہ سمجهڻ کان قاصر رهيو.

سيارو گذري ويو، ۽ بهار جي موسم آئي. نينگر جو امتحان ٽيڻ وارو هو. هو لالٽين جي روشنيءَ ۾ ڪتاب پڙهي رهيو هو. اوچتو هڪڙو پتنگ آيو، ۽ بتيءَ جي چوڌاري ڦيرا ڏيندو، ننڍڙي ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن آڏامڻ لڳو. ڪمري جي ڪنڊ ۾ ڪوريئڙي جو وڏو ڄار هو. پتنگ بہ هيڏانهن هوڏانهن ڦرندو، آخر وڃي ان ڄار ۾ اٽڪيو. ڪوريئڙي جي ڄار ۾ لرزش آئي، ۽ ٿوري ئي وقت اندر پتنگ ان ۾ پوريءَ ريت ڦاسي ويو، جنهن مان سندس نڪرڻ محال هو. هن نظاري کي ڏسي، نينگر جي اکين سامهون مهاڻي جي مجبوريءَ جا ٻئي واقعا ڦرڻ لڳا. هو زميندار ۽ ڪامورن جي ڄار کان جو تہ مقابلو نٿي ڪري سگهيو، پر ننڍڙي

روح اندر هي انقلاب ضرور آيو جو هن ڪوريئڙي جي
ڄار ڪي ڊاهي ڇڏيو ـ ته جيئن وري ڪو ٻيو پتنگ
ان جو شڪار نه ٿئي.

ستئين افسانې ۾ انقلابي روح کي نهايت ئي
دوراندېشيءَ سان جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي،
۽ نئين نسل کي بيداريءَ جي دعوت اثرائتي انداز ۾
ڏني ويئي آهي. انقلاب جي اها ترغيب ڪنهن زور ۽
طاقت تي ٻڌل نه آهي، بلڪ انساني جذبي، سوچ ۽
روح کي بيدار ڪيو ويو آهي ته هو مظلوم جي حمايت
ڪري ۽ ظالم جو مقابلو ڪري. اها صحيح انسانيت آهي
چاڪاڻ ته آدميت جي اهائي نشاني آهي ته آدميءَ
جي عزت ڪئي وڃي.

١٩٤٠ع کان ونـي آزاديءَ (١٩٤٧ع) تائين،
افسانه نويسيءَ جي ڪافي ترقي ٿي. ڪراچيءَ مان
هڪ ماهوار رسالو ”ڪهاڻي“ نالي نڪرڻ لڳو، جنهن
۾ فقط ڪهاڻيون ئي شايع ٿينديون هيون. انهيءَ ساڳئي
دور ۾، شيخ اياز جي ايڊيٽريءَ هيٺ، ”اڳتي قدم“ رسالو
به نڪتو، جنهن ۾ به افسانن جو ڪافي تعداد شايع
ٿيندو هو. اهو رسالو گهڻو وقت هلي نه سگهيو، ۽

پنجن - جھن اشاعتن کان پوءِ بند ٿي ويو. ان رسالي ۾ ڪي نوان نالا به افسانہ نويسيءَ جي ميدان ۾ آيا_ مثلاً شيخ اياز، احسان بدوي، نورالدين سرڪي وغيره. ساڳئي وقت، ڪراچيءَ مان هڪ ٻيو رسالو، "نئين دنيا" به جاري ٿيو، جنهن ۾ به افسانا ڪافي تعداد ۾ ڇپيا هئا.

**پڇاڙي:** بر صغير جي آزادي ۽ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ تائين، مختصر افساني جي اوسر جو مختصر خاڪو مٿي پيش ڪيو ويو آهي، جنهن مان اندازو لڳائي سگهبو تہ اهو فن اسان وٽ ڪهڙيءَ ريت درجي بدرجي ترقي ڪندو اچ انهيءَ منزل تي پهتو آهي، جنهن ڪي هاڻي سنڌي افساني جو بهترين دور سڏيو وڃي ٿو. جيڪڏهن تفصيل سان لکجي تہ هوند وڏو ڪتاب جڙي پوي، پر جنهن محدود پيماني تي هي جائزو رکيو ويو آهي، سو تفصيل سان لکڻ وارن لاءِ اميد تہ چڱو مددگار ثابت ٿيندو، ۽ ان جو مطالعو ادب جي طالب علمن لاءِ مجموعي معلومات جي ضرورت پوري ڪندو.



# سنڌ يونيورسٽي پبليڪيشن

## ڇپايل ڪتاب طرفان

